# موهن جو دڙو

(ناول)

## علي بابا

روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو

2008ع

ڪمپوزنگ : شاهنواز ٽالپر

ڊجيٽل ايڊيشن:

سنڌ سلامت ڪتاب گهر

# ارپنا

يوسف شاهين جي نالي

جنهن ڪتاب ”ورلڊ ڪانفيڊريشن آف پيپلز“
“WORLD CONFEDERATION OF THE PEOPLES”
لکي هن صديءَ جو سڀ کان وڏو ۽ اهم ڪم ڪيو آهي.

## سنڌسلامت پاران :

سنڌ سلامت **ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن** سلسلي جو ڪتاب نمبر (256) مشهور ناول ”**موهن جو دڙو**“ اوهان اڳيان حاضر آهي. هي تاريخي ناول ناميارِي ليکڪ، ڊراما نگار ۽ ڪهاڻيڪار **علي بابا** جو لکيل آهي. ياد رهي ته هي سندس ناول جو پهريون حصو آهي، ٻيو حصو هو لکي ڪونه سگهيو ۽ اسان کان موڪلائي ويو.

ناول جو ذڪر ڪندي غلام حسين رنگريز لکي ٿو:
”علي بابا سندس ناول ”موهن جو دڙو“ (پهريون حصو) ۾ ذات ۽ ڏانءُ جي بلندين کي ڇهي رهيو آهي. ٻوليءَ کان وٺي منظر نگاريءَ تائين ڪٿي به سندس گرفت ڪمزور پوندي محسوس نٿي ٿئي. ڪاش! علي بابا ”موهن جو دڙو“ جو ٻيو حصو به مڪمل ڪري سگهي. جيڪڏهن اهو ناول مڪمل ٿي وڃي ته هرمن هيس جي ”سڌارٿا“ کان به وڌيڪ مقبوليت ماڻهي سگهي ٿو.“

هن ڪتاب جو ٽيون ايڊيشن 2008ع ۾ **روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو** پاران ڇپايو ويو. ان کان اڳ هي ناول 1985ع ۾ **نيو فيلڊس پبليڪيشن** پاران ڇپايو ويو. شروعات ۾ هي ناول قسطوار ”روح رهاڻ“ ۽ ”نئين زندگي“ ۾ ڇپيو. ٿورائتا آهيون پياري دوست، سنڌ سلامت جي مانواري ميمبر، بدين سان تعلق رکندڙ شاهنواز ٽالپر جا جنهن ڪتاب ڪمپوز ڪري سنڌ سلامت ڪتاب گهر ۾ پيش ڪرڻ لاءِ موڪليو.

اوهان سڀني دوستن، پائرن، سڄڻن، بزرگن ۽ ساٿاهه وندن جي قيمتي مشورن، راين، صلاحن ۽ رهنمائي جو منتظر.



**محمد سليمان وساڻ**
**مينيجنگ ايڊيٽر (اعزازي)**
**سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام**
sulemanwassan@gmail.com
**www.sindhsalamat.com**

# مان ۽ منهنجو ناول

**اسان تي الزام، آندا جڳ جيڻ جا ( اياز )**

مون تي وڏا الزام آهن. انهن مان هڪ هي به آهي ته آئون پروفيشنل آهيان. آئون جيڪڏهن پروفيشنل هجان ها ته منهنجو هيءَ ناول " موهن جو دڙو " اڄ کان پنجويهه سال اڳ مارڪيٽ ۾ اچي وڃي ها ۽ تي سگهي ٿو ته پبلشر به آئون پاڻ هجان ها. مونکي ياد آهي ته اهو ناول مون يارهن ٻارهن سالن جي ڄمار ۾ لکڻ شروع ڪيو هو. ان وقت قد بت ۾ به آئون پنهنجي پٽ عاشق لطيف جيڏو ئي هئس. عاشق لطيف کي خبر آهي ته پريس ڇا ٿيندي آهي. سنڌالاجي ۽ سنڌي ادبي بورڊ جون آفيسون ڪٿي آهن ۽ هڪ اسڪرپٽ ڪيترن مرحلن مان گذرڻ کان پوءِ ڪتابي شڪل ۾ ايندو آهي. پر ان وقت مونکي ڪا خبر ڪانه هئي ته سنڌي ادبي بورڊ جو دفترڪٿي آهي. رسالا ڪٿان ۽ ڪئين نڪرندا آهن ۽ ايڊيٽر ڪهڙي بلا جو نالو آهي. آئون پنهنجي منهن پيو لکندو هئس. ان وقت ڇپائيءَ جو تصور ئي مون وٽ ڪين هو. بس ذهن جي ڪينواس تي ڪي شڪليون ڪي ڪردار، ڪي ستان اڀرندا هئا. آئون انهن کي ڪاڳرن تي پيو اتاريندو هئس. اهو سڄو ڪم آئون پنهنجي اسڪول جي ڪم کان وڌيڪ اهم سمجهي ڪري خاص حيدرآباد وڃي، ٻارهين، پندرهين روپين واريون اوچن پنن واريون ٿلهيون خوبصورت ڪاپيون ۽ شيفرڊس ۽ پارڪر پينون وٺي پيو ڪاڳر ڪارا ڪندو هئس. اهي ڪاپيون جلدي پرجي ويندي‍ون هيون ته آئون وري ٻيون ڪاپيون وٺي ايندو هئس. لکندي منهنجي سيٽسفيڪشن نه ٿيندي هئي ته آئون اهي لکيل ڪاپيون ڦاڙي يا ساڙي ڇڏيندو هئس ۽ اهو سلسلو چار پنج سال هلندو رهيو. انهن ڏينهن ۾ آئون ايس-ايم هاءِ اسڪول ڪوٽڙيءَ ۾ پڙهڻ لڳو هئس. جيڪو پاڻ هڪ وڏو شاندار اسڪول هو ( اڄ به آهي ). انهن ڏينهن ۾ ڪوٽڙيءَ جي ميونسپل لئبريري ڏسڻ وٽان هوندي هئي. مونکي، موهن جي دڙي تي جيڪو به مواد ملندو هو آئون انکي ڏاڍي غور ۽ فڪر سان پڙهندو هئس. ان لئبريري جو انچارج منهنجو مامو عبدالله ڊي-بلوچ هو جيڪو ساڳئي وقت ايس-ايم هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر به هو. انڪري لئبريري جي ڪٻٽن جون چاٻيون به مونکي ملي وينديون هيون ۽ مونکان ڪتاب ڪٿي وڃڻ جي ڪا به پڇا ڳاڇا نه ٿيندي هئي تنهنڪري آئون پنهنجي مقصد جا ڪتاب گهر ڪٽي ويندو هئس.

## موهن جو دڙو : علي بابا

پڙهڻ ڪانپوءِ وري ڪتاب موٽائي ڪٽي لئبريريءَ ۾ اچي رکندو هوس. وري نوان ڪتاب ڪٽي ويندو هئس. ان طرح لئبريريءَ ۾ اچڻ وڃڻ ۽ ڪتابن جون الماريون اٿلائيندي ڪيترا سنڌي ۽ انگريزي ڪتاب مونکي ڏسڻ ۾ آيا. جن ۾ " دي لاسٽ ڊيز آف پامپي "، "ڌرتي ماتا"، " سڌارٿا "، " اولڊ مين اينڊ دي سي "، " وار اينڊ پيس "، " دي آئوٽ سائيڊر "، "هيون نون مسٽر علي سن "، " گدارث ". مطلب ته الاهين ڪتاب جن منهنجو ذهن پاڻ ڏانهن ڇڪيو. ان وقت ۾ اردو ڪتاب سنڌ جي لئبريرين ۾ ڪو نه هوندا هئا ۽ انهن ڏينهن ۾ رڳو سنڌي ۽ انگريزي ادب پڙهيو ويندو هو. انڪري مونکي اردو ادب جي ڪا خبر ڪا نه هئي ته اردو ۾ ڪو به ادب لکيو ويندو آهي. پڙهڻ وقت آئون اهو ڪونه ڏسندو هئس ته ڪتاب جو ليکڪ ڪير آهي، ۽ نه ئي وري مهاڳ. بس هيڪ ڪري پهرئين باب کان شروع ڪندو هئومانس. ان سڄي دور ۾ مونکي سنڌيءَ جي ڪنهن به اديب، پبلشر، ايڊيٽر يا ڇاپاخاني جي ڪا به خبر ڪانه هئي. بس مون وٽ سنڌي اديبن جو تصور ڪجهه ڊاڪٽر گربخشاڻي، حيدر بخش جتوئي، علامه دائود پوٽو يا پراڻن ۾ مرزا قليچ بيگ جهڙو هو. گهڻو ڪري آئون ائين سمجهندو هئس ته جديد دور جو اديب ڊاڪٽر گربخشاڻي، علامه آءِ آءِ قاضي ۽ حيدر بخش جتوئي جي قسم جا ماڻهو هوندا هئا. آئون سمجهندو هئس ته اهي سڀ عينڪون پائيندڙ سوٽيڊ بوٽيڊ ڪراڙا ماڻهو هوندا آهن. بس اهڙو ئي اميج هيو ڪجهه مون وٽ سنڌي اديبن لاءِ. ان وقت منهنجي مقصد جا مون وٽ رڳو ٽي ساٿي هئا. جن سان پيو اندر جو اورڻ اوريندو هئس. هڪ منهنجو اپاهج چاچو ڇُٽو خان جنهن مونکي پُٽ ڪري پاليو هو. ٻارهن سالن تائين آئون پنهنجي چاچي کي سڳو پيءُ سمجهندو هوس جيڪو سنڌي ۽ گورمکي پڙهيل هو. تنهن منهنجي لڪٽين کي ڏاڍو ساراهيو هو. جنهن همٿايو هو ته تون دنيا جو سڀ کان وڏو ڪم ڪري رهيو آهين. ٻيو عبدالڪريم ۽ ٽيون ساٿي ماءُ هئي. ڏاڏي وٽ پلجڻ ڪري منهنجي سنڌي ٻولي صفا خراب هئي. انڪري ماءُ مونکي شاهه تمام سهڻي نموني ڪجهه سني ۽ تلفظ سان پڙهايو. ۽ قرآن شريف جا بهترين چيپٽرز جي معني سنڌيءَ ۾ ٻڌائيندي رهي.

مون پنهنجي چاچي جي حياتيءَ ۾ ان ناول کي به پيرا مڪمل ڪيو، پر منهنجي تسلي ٿي نه سگهي. مون اُهي ڦاڙي ڇڏيا. ان وچ ۾ مون ٽي چار ڪهاڻيون لکي ورتيون هيون " پيجري جا پکي " "ڏٻڻ " ( جيڪا مونکي نه وڻندي آهي ) " نه ته ساڻ هلن سير ۾ ". جن ۾ رکي رکي آئون قير قار ڪندو رهندو هئس. اسڪول ۾ منهنجا ماستر مون تي ڪاوڙجي پوندا هئا. انڪري ته مونکي " ڊريگن بڪ آف ڪورس " " ٽيلزفرام

## موهن جو دڙو : علي بابا

شئڪسپيئر" " شاهه " تاريخ، جيو گرافي ڪان سواءِ پنهنجي بين اسڪول جي ڪتابن جي خبر ڪانہ پوندي هئي. اهو سمورو وقت آئون پنهنجي ناول تي سوچيندو رهيس. تڏهن آئون اهو سمجهندو هئس تہ سنڌي ڪتاب ڪراچي يا بامبي مان نڪرندا آهن.

پوءِ منهنجو چاچو گذاري ويو. ان وقت منهنجو سڀ ڪان وڏو خرچ ڪاپين ۽ انڊيپنن تي هوندو هئو. پوءِ آئون سادن ڪاغذن تي لکڻ لڳس. هڪ ڀيرو عبدالڪريم بلوچ جو هڪ دوست سيد " خادم حسين شاهه " ( جيڪو پوءِ منهنجو بہ دوست ٿي ويو ) تنهن منهنجي هڪ ڪهاڻي " پڃري جا پکي " عبدالڪريم بلوچ کان وٺي شمشيرالحيدريءَ کي ڏني جيڪا مهراڻ ۾ ڇپجي وئي. مهراڻ ۾ ٻي ڪهاڻي ڇپائڻ لاءِ آئون پاڻ حيدرآباد ويس. انهن ڏينهن ۾ مهراڻ جي آفيس تلڪ چاڙهيءَ تي هئي. اندر گهڙي مونکي چڪر اچي ويو. اندر مولانا غلام محمد گرامي، ڏيپلائي، عندالله خواب صاحب جن شيروانيون پائيو وينا هئا. سندن وڏيون وڏيون عينڪون ۽ شيروانيون ڏسي آئون دل نہ جهلي سگهيس تہ هيءَ ڪهڙي مخلوق ويٺي آهي. سو آئون ڏاڍو پريشان ٿي موٽي آيس.

ٽن چئن مهينن ڪانپوءِ شمشيرالحيدري سان ملڻ ڪانپوءِ سندس سهڻو اخلاق ۽ آڌر ڀاءُ ڏسي آئون ساڻس هري مري ويس ۽ زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو مون حيدرآباد ۾ " سنڌي ادبي بورڊ " جي پريس جون مشينون ڏٺيون. شمشير منهنجي ناول جا بہ ٽي باب پڙهي ڏاڍو ساراهيو تہ تو جهڙيءَ ريت ناول شروع ڪيو آهي، ان ريت جي تون ان ناول کي نباهي وئين تہ اهو ناول هن صديءَ جي بهترين ڪلاسڪس ۾ شامل ڪيو ويندو. ان طرح مون سنڌي ادبي دنيا ۾ پير ڪوڙيا. انهن ڏينهن ۾ طارق اشرف " هڪڙو قدم " " ٻيو قدم " ڪڍندي " سهڻي " تائين پهچي ويو هو. مون ڪيس سهڻيءَ جي ٽئين پرچي لاءِ هڪ ڪهاڻي " زندگي " ڏني. طارق ان ڪهاڻيءَ جو نالو مٽائي " مجسمو " ڪري ڇڏيو ۽ پروف جي فقط هڪ چُڪ جي ڪري ڪهاڻي سڄو وجود ڊهي ڪري پيو. ان ريت " سهڻي " ۾ لکڻ کان منهنجي دل ڪجي وئي. ان وقت حميد سنڌي " روح رهاڻ " ڪڍندو هو. پوءِ آئون روح رهاڻ ۾ لڳاتار ڪهاڻيون لکڻ لڳس. جي " روح رهاڻ " ۾ ڏاڍي سهڻي نموني شايع ٿيڻ لڳيون. حميد شيخ اياز، امداد ۽ تنوير جيان مونکي بہ تمام گهڻو اسپيس ڏيڻ لڳو. ان ريت منهنجو اهو ناول " موهن جو دڙو " روح رهاڻ ۾ شايع ٿيڻ لڳو. اجان ناول جا ست اٺ باب مس ڇپيا هئا تہ " روح رهاڻ " رسالي تي بندش وڌي وئي. ان دور ۾ شوڪت حسين شورو، عبدالحق عالماڻي، عبدالقادر جوڻيجو، ڊاڪٽر ارباب علي کهاوڙ، امداد حسيني، رسول بخش پليجو منهنجا دائمي ادبي دوست بڻجي ويا. انهن ئي ڏينهن ۾ شمشير کي " نئين

زندگي" جو ايڊيٽر چونڊيو ويو. ۽ منهنجو اهو ناول " نئين زندگي" ۾ قسطوار ڇپجڻ لڳو. پوءِ شمشير ۽ منهنجي پنيان پنهنجي ئي سنڌي عالمن ۽ مولوين ٻاهي ٻاري ڇڏي، ته رسالو عليءَ ۽ شمشير جي جاگير آهي ڇا؟ هي ماڻهو سرڪاري رسالي ۾ وڏو گند ڦهلائي رهيا آهن. منهنجي دل ڀڄي پئي انڪري مون " نئين زندگي " ۾ لکڻ بند ڪري ڇڏيو.

ان وچ ۾ آئون ريڊيو پاڪستان تي ڊراما ۽ گيتن ڀريون ڪهاڻيون لکڻ لڳو هئس. وري پاڪستان ٽيليويزن جي جنم وٺڻ ڪري ٽيلويزن تي ٽيڪنيڪل ڊراما نويس نه هئڻ ڪري مونکي زوريءَ ٽيلويزن جي ڏٻڻ ۾ اڇلايو ويو. مون عبدالڪريم بلوچ ۽ شمشير کي الاهين سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته منهنجو ناول اڌورو پيو آهي. پر هنن منهنجون سڀ ڳالهيون رد ڪري ڇڏيون. ۽ وري مونکي اهڙو پبلشر به نه پئي نظر آيو جيڪو فضيلت سان منهنجو ناول ڇاپي. پوءِ هڪ ڏهاڙي سفر ڪندي ڪو شاهينگ منهنجي پيتي ڪٽي ويو. ان طرح آئون ان ناول جو وڏو حصو وڃائي وينس. ۽ ڏاڍي اُٻهرائي سان سوچيم ته نيڪ آهي سنڌي ماڻهو اجا ان قابل نه ٿيا آهن جو سندن هٿ ۾ ڪو فضيلت وارو ڪتاب ڏنو وڃي.

۽ اڄ آئون ڇٽهين سالن ڪان پوءِ ان ناول ۾ ڪيتريءَ ڦيرڦار ڪرڻ ڪانپوءِ "نيو فيلڊس" پاران ان ناول جو پهريون حصو پيش ڪري رهيو آهيان. آئون ڪوشش ڪندس ته ٽن چئن مهينن اندر آئون ناول مڪمل ڪري پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃان.

ٻي ڳالهه ته مون ان ناول کي جنهن رنگ ڍنگ سان لکڻ پئي چاهيو حالتون سازگار نه هئڻ ڪري شايد آئون ان سان انصاف نه ڪري سگهيو آهيان. پر جيئن ته آئون اهو ناول ڪچيءَ ڪان پنهنجي لاءِ لکي رهيو هئس. فقط پنهنجي سيٽسفيڪشن لاءِ. هاڻ اهو نقادن ۽ پڙهندڙن کي وڻندو يا نه انهيءَ ڳالهه لاءِ آئون ذرو به پريشان نه آهيان.

**علي بابا**

# 1

اڄ کان گهڻو اڳي، هزارها ورهيه اڳي، جڏهن هن ڌرتيءَ تي ديوتائن جو راڄ هو، جڏهن سج، چنڊ، باهه، پاڻي، نانگن، ٻوٽن ۽ ٻتن کي پوڄيو ويندو هو، جڏهن هي دنيا هڪ ويران جهنگ هئي، جڏهن انسان جانور هو ---

اهو دنيا جو عجيب دور هو، انهي ۽ دور ۾ روشني ئي روشني هئي، انهيءَ دور ۾ اونده ئي اونده هئي، انهيءَ دور ۾ ٺهڪ ئي ٺهڪ هئا، انهيءَ دور ۾ روڄ ئي روڄ هو، انهيءَ دور ۾ اڻڳڻت خدا هئا، انهيءَ دور ۾ ڪو خدا نه هو.... هيءَ انهيءَ دور جي ڪهاڻي آهي.

هيءَ ڪهاڻي هڪ پيچري کان شروع ٿئي ٿي. هي پيچرو پنجن ندين واري ڌيهه جي هڪ زمين دوز شهر 'هري پايا ' مان جاري ٿئي ٿو ۽ اڄ کان اٽڪل پنج هزار ورهيه اڳ جي زمين دوز شهر، موهن جي دڙي جي ڪنڌرن ۾ ختم ٿئي ٿو. هي پيچرا به اسان جي زندگيءَ ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. دنيا هڪ وڏي ڪتاب جيان آهي، ۽ هي پيچرا ان تي اکرن جيان جڙيل آهن، جن ۾ ابتدا کان اڄ تائين بيشمار قومن جون ڪهاڻيون دٻالٿ ٿيل آهن. عجيب عجيب، پراسرار، هيبتناڪ ڪهاڻيون، جن کي ٻڌڻ سان بُت جا وار ڪاندارجي وڃن. هي پيچرو به اسان کي هڪ اهڙي ئي ڀيانڪ ۽ پراسرار ڪهاڻي ٻڌائي ٿو.

تکي هوا لڳي، پيچري جي ذهن تان ڪن ورهن جي ڌنڌ ۽ ڌوڙ اڏائي، هن جي ذهن ۾ دٻيل ڪيترن پراڻن پيرن جا نشان پڌرا ڪري رهي آهي.

هن جي ذهن ۾ ڪيترا ورق وري ويا آهن، تهن هينان تهه، ڪيتريون چمان چم نچنڊڙ، ڌڪنڊڙ، ڦرنڊڙ صديون، ڪيترا دور، ڪيڏا مرحلا، سڀ ته ڪالهوڻا سپنا هئا. محمد بن قاسم جا برق رفتار گهوڙا، پورس جا هاٿي، سڀ هن جي ذهن کان گذري ويا آهن. پر هو اڃا به ڪنهن آڳاٽي دور جي کوجنا ۾ آهي. هاڻ هن جي ذهن ۾ هڪ ڍڳي جي کُرن جا ڌنڌليل نشان جمي ويا آهن. هي ڍڳي جي کُرن جا نشان مهاراجا اشوڪ جي دور کان به پراڻا آهن. هي ڪنهن جو ڍڳو هو؟ هتان ڀيو ڪير گذريو هو؟ سندس ذهن تيزيءَ سان ڍڳي جي کُرن جي نشانن پنيان سرڪڻ لڳو آهي. پر ايتري پراڻي دور کي ايترو جهٽ پهچڻ به نه سولو نه آهي. سج لهي ويو آهي، رات جي ڌنڌ ماٿ جي پيرن سان پيچري تي ڇائنجندي وڃي، پر هڪ پيچرو به ڪڏهن سمهي سگهيو آهي؟ هو گذريل دور ڏاڍهن تيزيءَ سان نانگ وانگر وٽ ڪائيندو، سرڪندو ٿو وڃي. ڪنهن مهل ڪانپوءِ، رات جي اونداهيءَ ۾، هن کي پاڇولي وانگي ڍڳي تي وينل هڪ واٿهڙو ڏسڻ ۾ آيو. پيچرو تيزيءَ سان هن ڏي

**موهن جو دڙو : علي بابا**

سرڪي ويو. هن انهي ۽ رات جي پانڌيئڙي ڪي سجاڳي ورتو. الائي ڇو، هو انهيءَ واٽهڙوءَ ڪي ڏسي منجهي بيهي ويو، شايد ڪيس پنهنجي حال تي رحم اچي رهيو هو. ڪاش هو انهيءَ رات جي مسافر ڪي ڪو پل ترسائي سگهي ! پر ويچارو پيچرو بہ ڪڏهن، ڪنهن مانجهي مسافر ڪي روڪي سگهيو آهي؟ پيچرو چپ چاپ انهيءَ مانجهي مسافر جي ڏِڳي جي لتاڙ هيٺ سمهي رهيو آهي. ڏِڳي جي لتاڙ ڪيس ڏاڍو آرام پهچائي رهي آهي. هو انهيءَ ڏِڳي ۽ مسافر ڪي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهي. اهو رات جو پانڌي پنجن ندين واري ڏيهہ،" ٿامي نگر " جو نوجوان ويد، " آتم تارا سمبارا[1] " هو. هن ڪي اڄ بہ انهي ۽ نوجوان جي انهيءَ ڀيانڪ ۽ پراسرار پنڌ جو هڪ هڪ پل چٽيءَ طرح ياد هو. هو انهيءَ نوجوان جي انهيءَ وشواش ڀريل پنڌ ڪي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهي.

اها پوهہ جي پاري، هاڙي رات انتهائي سرد هئي، تارا بہ اونداهي اپ ۾ ڄڻ ٿر ٿر ڪنبي ڄمي ٿڌا ٿي ويا هئا هو ڳرو اوچڻ ويڙهيو، ٻڪل هنيو، پنهنجي ڳگدام تي نهايت ئي سڪڙيو وينو هو. گذريل رات ڪان هو اوجاڳيل هو، سو گهڙيءَ گهڙيءَ ٿي ننڊ جا گهيرات آيس، وري سجاڳ ٿي، اونداهيءَ اڌ رات ۾ هيڏانهن هوڏانهن واجهايائين، ۽ وري ڏِڳي جي ڏار تي جهولندو، جهوٽن ۾ ٿي پئجي ويو. سندس ٻڪايل، دسين جو ماريل ڳوپ، مئل پير ڪٽندو، وڏن سڱن ڪي ڏار سان لوڏيندو، ڳچيءَ ۾ ٻڌل ٽليءَ جو مڌر آلاپ ڇيڙيندو، ويو ٿي اونداهيءَ ۾ اڳيرو ٿيندو...... ۽ رات جيئن پوءِ تيئن ويئي ٿي انگهندي.

اوچتو ئي اوچتو رڻ ڳجيو راڙو ٿيو، ڏِڳو ٽٽو، واٽهڙو ڊيهو ڀري جاڳي پيو، رات جي نوائيءَ ۾ هڪ ڀيانڪ رڙ [1]ڌرتيءَ ڪي ڏاريندي، انگاس چڙهي وئي، ۽ ان سان گڏ ئي ڪيئي ڀيانڪ آوازن جو پڙاڏو پيدا ٿي ويو -- ڄڻ هڪ وقت ڪيئي بد روح ڌرتيءَ تي لهي واويلا مچائي رهيا هئا. سارو اونداهو وايو منڊل اهڙو تہ ڀيانڪ ۽ پراسرار ٿي ويو جو وڻ ٻوٽا پوت ٻٽجي ڪائڻ لاءِ ڊوڙي رهيا هئا. واٽهڙو وائڙو ٿيو، هيڏانهن هوڏانهن نهاري رهيو هو تہ ڇا جو هل هلاچو آهي. ان ئي پٽي تي ان ئي پير تي هڪ ٻي گهٽيل، سنهي، دل ڏاريندڙ ريهہ ايري، ۽ ڀيانڪ آواز جي پڙاڏي ۾ ٻڏي ويئي. واٽهڙو آواز ڪڙوائي نهاريو، ٿورو ئي پري، گهاٽن وڻن جي ڏارن مان ڪيس سوجهرو ڦٽندو ڏسڻ ۾ آيو. هڪدم ڏِڳي تان لهي، ٽلو ڪولي ٻجڪي ۾ وڌائين، ۽ تڪڙو تڪڙو ڏِڳي ڪي واڳ کان گهليندو، گس ڇڏي هيٺ اونداهي جهنگ ۾ گهڙي پيو، ۽ گهاٽي وڻڪار جي اوٽ وٺندو، لڪندو، ڇپندو انهيءَ سهائيءَ ڏانهن وڌڻ لڳو، جتان ڀيانڪ آوازن جو پڙاڏو اچي رهيو هو.

[1] سمبارا : داروڙ قوم جو قبيلو

جيئن ئي واٺهڙو ويجهو ٿيندو ويو، تيئن تيئن آواز ويا ٿي پيانڪ ٿيندا. جان ڪٽي ڏسي ته ڪارن اگهاڙن شودرن جو هڪ ٽولو آهي، جو مچ ٻاريو، ا ن جي چوڌاري ڦري رهيو آهي، ۽ مچ جي پرسان هڪ ننڍي نيٽي شودرمند ويمر جي پيڙا ڪان رڙي رهي آهي. ٻه ڪاريون ڪوجهيون عورتون سندس ٽنگون سنڀالڻ جا وس ڪري رهيون آهن ۽ ٻه ٽي اگهاڙيون اٻاليون عورتون هن جي سيرانديءَ پيرانديءَ جهڪيل آهن. جيئن جيئن اها موڳائي مُنڌ گهٽجيو گهٽجيو رڙيون ٿي ڪري، تيئن تيئن هن جا ننگا ساٿي هنبوڇي هٽي، عجيب عجيب آلاپن سان، گدڙن وانگي اونايون ڏيو، نئين ساٿيءَ جي خوشي ۾ اور گهور پيا وجن.

اوچتو ئي اوچتو، موڳائي منڌ جي پيڙا وڌي وئي. هانپارو هٽندي، وني زور سان ڪِيڪ ڪيائين. سندس ڪارو، ننگو، اپريل ڏڙ چڻ ڏٻي پيو. سڄو بت پاٽيءَ ۾ تڙپندڙ ٻلهڻ وانگي هيٺ مٿي ٿي رهيو هو. ڪنڌ ڪي ڏونڌاڙو ڏئي، وني اهڙي ته ڇِن پَٽ ڪيائين. جو پانءَ ته ساهه ٿو وڃيس. جيئن ئي هن جي ڇن پٽ وڌندي ٿي ويئي، تيئن ئي هن جي چوڌاري نچندڙ ننگا ساٿي، رنين آهرن، پنهنجن اڌوتن وارن کي لمڪا ڏيئي، ڇن پٽ ڪري، زور زور سان گدڙن وانگي اوناڙيون ڏيڻ لڳا، ڪنهن جون ٻانهون اپ ڏانهن پئي ويون، ته ڪنهن جو ڳاٽو ڌرتيءَ تان جهولندو ٿي ويو. ڪو ڇڪريءَ ۾ هو، ته ڪو جهمر ۾ ويندي هڪ ڦوهه جوان نينگر، جنهن جو ڪارو سڌول ڏڙ سونيءَ ننگريءَ جي ڪنهن پوڄاٽيءَ نچٽيءَ وانگي پٽراهون هو، ٽڙڪندي ڦڙڪندي، ڪسڪيون ڪندي، مچ ۾ ڪُڏي پيئي، ۽ ڪنوڻ وانگي جهڙپ هٽي، ٽانڊن مان ٽلندي نڪتي ۽ واسينگ وانگي ٻاهه جي چوڌاري وتجبِ لڳي. ٻانهون مٿي اپ ڏانهن ڪجي شِيخ ٿي ٿي ويس. ڇيلهه تائين مٿيون ڌڙ پهڻ، ته ٽنگن زلزلو هوءَ ائين ٽڙڪندي ڦڙڪندي رهي.

واٺهڙو انهيءَ شودر ننگيءَ نچٽي جو ناچ ڏسي دنگ رهجي ويو. ڪيڏو نه عجيب ڏيک هو ! هڪ شودر جو جنم جي خوشيءَ جو ناچ، جو شايد هاٽي ڌرتيءَ تي اچڻ لاءِ تڪڙا تڪڙا هٿ پير هٽي رهيو هو. ۽ اهو سمورو منڊل هو بنهه ويجهڙائيءَ ڪان، گهاٽن ڏارن مان سسي ڪديو ڏسي رهيو هو. هاڻ هو ڏاڍي بيچينيءَ سان ان موڳائيءَ منڌ ۾، نهاري رهيو هو، جنهن جو سڄو بت سيٽجي ويو هو. اڪيون، نڪ، چپ، وات، چنجها ۽ چپا ٿي ويا هئس، ۽ رڪي رڪي اوڪارا ڪري، وني اهڙي ته هنيئن ڦاٽ رڙ ڪيائين جو اکيون ۽ ٻاڪو ڦاٽي ويس، ۽ هن جي مٿان جهڪيل عورتن جي چرپر وڌي ويئي، جڏهن هنن جي هٿن مان ترڪٽي

## موهن جو دڙو : علي بابا

شي ترڪي ترڪي تي وئي، ۽ ان سان گڏ ئي پرڏاءُ ۾ نئين جيَو جي پهرين دانهن اپري ۽ خوشي جي پڙاڏي ۾ ٻڏي وئي.

ڦوهه جواني نچڻيءَ جي هٿن ۾ ٻرندڙ اماڙيون تيز ٿي ويون، هوءَ جهوليندي، واسينگ وانگي وٽ کائيندي، ماءَ ۽ وياءَ جي مٿان ڦيريون پائڻ لڳي، هن جي ايندي ئي، مٿان جهڪيل عورتون پري هٽي ويون. ننگي، نچڻيءَ، ماءَ ۽ وياءَ جي مٿان ڪئين چڪر ڪاٽڻ کان پوءِ، هڪ اماڙي هن جي سيراندي ۽ پيرانديءَ کوڙي، ۽ هڪ سنهي ڪيڪ ڪري، سٽ ڏيئي، ماءُ جي وارن مان چڳا پٽي، ۽ پوءِ ڦوهارو هڻندي، اونڌي گوڏين، اچي ٻار جي مٿان نانگ وانگر جهولڻ لڳي. هن ڪيئن ڦيرا، ٻار جي مٿان اوريان گهوريان سرنيو، ۽ هڪ وڏي سنهي ڪيڪ ڪري، ٻار جي مٿان جهڪي، چڪ سان ٻار جو ناڙو چني، وارن جي چڳ سان ٻڌي ڇڏيو.

ان پر، اهو نندڙو سرير، ماءَ جي سرير کان ڇجي، ڌرتيءَ سان ڳنڍجي ويو. سندس اڳهاڙا اٿابا ساٿي، خوشيءَ کان جڻ اڏاٽا ٿي ويا، ۽ ماءُ ان ٻڏندڙ ماٿهوءَ جيئن، جنهن کي گهوٽا کائيندي اونهي ۾ ڪو تر ملي ويو هجي، نئين سنئين پئي، ساٽي ٿيو، هانپارو هٽي رهي هئي.

هڪ شودر جي پيدائش ------ ڌرتيءَ جي پهرين رات --- پوهه جي هنئين – ڪاني هوا --- ننگو، سٽيو، چلڪٽو، نازڪ بت --- نہ اوڇڻ نہ اجهو --- ننگا ساٿي، ننگي ڌرتي، ننگو آڪاش ... ڌرتيءَ جي پهرين رات ايڏي هاجي هاٽي ! نہ نہ ايءُ جاڙ آ، ڪلور آ ! واٿهڙوءَ جون اکيون پهڻ ٿي ويون، جڻ دل تي ڪنهن ٻڙج وهائي ڪڍيو هجيس. هو هڪدم سٽ ڏيئي، ڏڳي سوڏو شودرن جي پڙ ۾ نڪري آيو.

هڪ مهاپرش جو شودرن ۾ اچڻ، جڻ آڪاس ڌرتيءَ تي ڪري پيو، ممڻ مچي ويو. خوشيءَ جون ڪيڪون خوف ۾ بدلجي ويون، جنهن کي جيڏانهن منهن آيو، وٺي ڀڳو. رڳو اها موڳاٽيءَ ماءُ ۽ سندس وياءُ ٻَٽ پيا هئا. ماءُ ڌهڪاءَ کان ڏڪٽي ٿيو پئي هئي، ۽ وياءَ ٽڌ کان.

واٿهڙوءَ چاتو ٿي تہ هن جي ائين نڪرڻ سان هنن اگهاڙن انسانن جي رنگ ۾ ڀنگ پوندو. پر هن ڪنهن بہ مُلهه ان ننڍڙي ساهه کي ' پوهه ' لاٽا لوهه جي ٻليدان چاڙهڻ نٿي ٻاسيو. هاڻ هو ان منڊ جي مٿان بينو هو، جا پنهنجي اوڙا پيڙا پلجي، پنهنجي وڍاءُ مٿان اونڌي جهڪي ويئي هئي.سندس نست ڪوٻن ۾ گهڙيل، ڊنل گونگيون اکيون، ديا لاءِ دانهي رهيون هيون.

## موهن جو دڙو : علي بابا

واٿهڙوءَ پنهنجي ڏيڱي جي جهل مان هڪ وڏو ڳرو اوني اوڇڻ ڪڍي، هن جي مٿان ورائي چڏيو ۽ گوڏن پر بيهي، ڏاڍيءَ گنڀيرتا سان ڪيس ٻانهون ٻڌائين، ڄڻ ته هوءَ ڪا شودر عورت نه، ڪا مهاديوي هئي.

شودر عورت جي ڊنل قاتل اکين مان به وڏا لڙڪ لڙي، هن جي ڳٽن تي چمڪڻ لڳا ۽ هن انهيءَ سڀاجهي ديوتا جي اڳيان پنهنجي سسي ٽيڪي ڇڏي.

واٿهڙوءَ ڪيتريءَ دير تائين ان اونڌي ٻوٿ پيل عورت ڏانهن نهاريندو رهيو، ۽ پنهنجي چوڏاري سجدي ۾ پيل اڇوتن ڏانهن، جي ٿوري دير پهرين خوف کان ڊڄي پڇي لڪي ويا هئا. سندس نظرون هنن جي ڏکندڙ اگهاڙن پنين تان ٿينديون، ڏرتيءَ ۾ جهڪي ويون --- ۽ پوءِ هو، جهڪيل ڪنڌ سان، ڏيڱي جي واڳ جهلي هلڻ لڳو. سڀ شودر ملي، وڏا سجدا پري، پنهنجي گونگيءَ ٻوليءَ ۾ انهيءَ سڀاجهي ديوتا ڪي جس ڏيڻ لڳا. هاڻ واٿهڙو هو، ڏيڱي جي ڳچيءَ ۾ ٽل – ٽل وڄندو ٽلو، اونهي اپ ۾ ساٽا ستارا ۽ سنسان وات.

رات ڏينهن جهر جهر جهاڳندو، لڪ لتاڙيندو، واٿهڙو آڏيءَ ويل هڪ وسنديءَ پيڙو اچي ٿيو. ساريءَ وسنديءَ تي رات جي ديوي آري تي ويٺل ڪڪڙ جيان پنهنجا اونداها پر پکيڙيو ويني هئي. هر پاسي چر ڦرڪاري چاڪ لڳي پئي هئي. مانهو پنهنجي اجهن ۾، ننڊ ۾ الوٽ هئا. هر پاسي موت جي ماٺ لڳي پئي هئي. ٻنهه نه هونگ نه هون.

واٿهڙوءَ پنهنجي پونيءَ تان لهي، واڳ مان جهلي، چئني پاسي اونداهين پتين مان واجهائيندو، هڪ وڏيءَ ويڪريءَ جاءِ اڳيان اچي بيٺو. جاءِ جي ڳڙکين مان سهائو سيرون ڪري پئي ڦٽو، ۽ پانيائين ته ڪو جاڳي پيو، سو وڏي ان رتول جو ڪڙو ڪڙڪايائين. ٿوريءَ دير ۾ در جي تاڪ مان هڪ اڌڙوٺ مُنڊ منهن ٻاهر ڪڍي، اچرج سان ڏانهس نهارڻ لڳي.

واٿهڙوءَ وڏي ڪيس چيو " مان واٿهڙو آهيان، پراهين پنڌ ۽ پوهه جي سرديءَ سيڪاٽي وڏو ٿم. هت پيٺي ٿم نه پت. اجهو ڏسي تو ڳر آيو آهيان "

" پلي آئين، راول، تو جا پير، اسان جون اکيون". سڀاجهيءَ منڊ سندس آجيان لاءِ ٻئي ٻانهون سرڻ وانگي ڦهلائيندي، ڪنڌ جهڪائي چيو ." تو جي پلائي، جيجل ! " واٿهڙو به سندس آڏو ٻانهون ٻڌي، نوڙت ڪئي، ۽ چائنٺ چڙهي اندر آيو. جاءِ اندران وڏي ۽ ويڪري، ڪئين ننڍين وڏين ڪونين ۾ ورهايل، ۽ ڪاٺ، ۽ ڪاشيءَ ڏاتوءَ، عاج ۽ چم جي سهٽن ٿانون ٿپن سان پريل پڪيل هئي. آتڻ واري آسڻ تي چرخن ۽ ارٽن تي سٽ چڙهيو پيو هو. هر ڪا شي پنهنجيءَ جڳهه تي سگهڙ پائيءَ سان سجائي رکيل هئي. اندر سگڙي برڻ ڪري،

جاءِ اندران ڪوسي هئي. واٿهڙو ڪجهه دير سگڙيءَ تي بيهي، پنهنجن ڏڳهن، اپن، ڪنڌ تائين لڙڪندڙ وارن تان ٻُڪل ڪولي، پاڻ کي تئيندو رهيو. سڀاجهي منڌ جهڙو ئي اندران ڪير جو ڪپو ٿامي جي ٿالهيءَ تي رکي موٽي، تہ واٿهڙوءَ جو مٽيادار مک ڏسي ٻاڪو ڦاٽي ويس. هوءَ واٿهڙوءَ کي هڪ عام ماڻهو سمجهي هئي، ۽ ٻڪل مان سندس سڀاجهيءَ صورت کي چڱيءَ پيٺ نہ ڏسي سگهي هئي، هاڻ جو اوچتو سندس اک واٿهڙوءَ جي نرڙ تي ٻڌل، سونيءَ سر تي جڙيل، وڏي ڳاڙهي چمڪندڙ مٽيي تي پئي جو سونمباٽيءَ جي مهاتمائن جو نشان هو، ۽ جڏهن چوڏهينءَ جي چنڊ جهڙي صورت سجاتائين، تہ هٿن پيرن کي ڪنبڻي وني ويس. ساڳهن خوشيءَ ۽ خوف کان ڪير جو ڪپو هٿن مان ڇڏائي ويو هوس، ۽ وات مان رڳو ايترو اڪايس "مهاويد لڇمڻ آتم تارا " ۽ ڦاٿل اکين سان هن جي مٽيادار مک ۾ نهاريندي سجدي ۾ پئجي وئي.

واٿهڙوءَ هٿ ڏکهيري کيس آشيرواد ڏنو، ۽ چيائين، "اي سڀاجهي سگهڙ، تو تي ديوتائن جي ديا هجي ! اٺ، منهنجو بت ساٽو ۽ نيڻ ننڊ هاٽا آهن، مون کي هانديڪو ڪر. "

سڀاجهي منڌ، ٻئي ٻانهون ٻڌي، تپسيا سان اٿي، ۽ ينيري هلندي، کيس هڪ وڏيءَ سهٽيءَ ڪونيءَ ۾ وني آئي، جو ڪنهن راجا جي رتول وانگي سجايل هو. ساٽو، اوجاڳيل، ٿڪل ٽٽل، چُور واٿهڙو، وڏو ڳاڙهو جوبان لوڏيندو، جهولندو، اُٽڙندو، اڇي نرم سيج تي ڍهي پيو، ان کان پهرين جو سڀاجهي منڌ ڪير جو ڪپو سو ساندو ڪري اچي واٿهڙو ننڊ ۾ الوٿ تي ويو.

پهرين سڀاجهيءَ منڌ، ڏڪندڙ هٿن سان، سيج جي پيرانديءَ کان سندس سونن ڦلن واريون چاڪڙيون سڏيون ڪيون، ۽ مٿائنس چڱيءَ طرح سان اوني اوڇڻ ورائي ڇڏيو، ۽ ڪيتري دير تائين سندس پيرانديءَ کان تپسيا سان ٻانهون ٻڌي بيني رهي.

رات جو ڪامڻ ٽٽو، تارا تير تروڪٽيون، هڪ هڪ تي، اونداهي اپ تان ڇڄي ويا. پورب کان پره جي ديوي، رات جي ينيرڪن پردن مان پنهنجو لجوڙو ڀهڪندڙ منهن ڪڍي، ڌرتيءَ ڏانهن جهاتي پائي رهي هئي.

سج جي پهرين ڪرٽن ساڻ ساريءَ وسنديءَ ۾ اها خبر سُرهاڻ وانگي پکڙجي وئي تہ وسنديءَ ۾ نامي جو مهاويد آتم تارا آيو آهي. پوءِ ڇا هو، ماڻهو ڪٽان جو ڪٽان ڪهي آيا، جڻ تہ ڪو وڏو جشن جو ڏينهن هو. گهريتڙين پنهنجن گهرڙن جي هاج سويري اُڪلائي، پٽ ٻهاريا، وسنديءَ جي وڏوڙين پنهنجن جواڻ ڌيئرن کي طرحين طرحين سوڻ ساٽ ڪيا. نوجوانن توڙي پوڙهن اوچا وڳا پهريا، جتان ڪٽان، ڪنوار وانگي سجايل گهٽين مان، پَٽ

## موهن جو دڙو : علي بابا

پنهير وڳن ۾ ويڙهيل، اپسرائن جهڙيون سهڻيون نينگريون، سورهن سينگار ڪريو، چاڳ ۽ ڪلڪاريون ڪنديون، جوانڙ نينگرن جي دلين کي گهائيندڙيون شرمائينديون، وسنديءَ جي مُکي پڌاري سمبارا جي رتول ڏانهن ويون.

وسنديءَ جي مُکي پنداري سمبارا جي رتول ۾ اندران توڙي ٻاهران ماڻهن جا ميڙ لڳي ويا هئا، پر تڏهن به سڄي رتول ۾ ماٺ لڳي پئي هئي، جيڪڏهن ڪنهن ڳالهايو ٿي ته ڦسڪن ۾ ته متان ننڍهاٽو ديوتا ڪچيءَ ننڊ مان جاڳي نه پوي. هر ڪو ماڻهو، هر ڪا منڊ، ڏاڍيءَ بيچينيءَ سان ان سڀاڳي ديوتا جي سڄاڳ ٿيڻ جو انتظار ڪري رهيا هئا، ۽ رتول جو سڄو وڏو ورانڊو پوڄارين، پوڄارڻين، وسنديءَ جي وڏوڙين ۽ وڏ گهراڻن سان ڀريو پيو هو.

ان ويل، مهاويد لڇمڻ آتم تارا سرهيءَ سيج تي سپنن جي سنسار ۾ وهلور هو. هن جي ڪونيءَ ۾ هن جي پيرانديءَ کان رڳو وسنديءَ جي مکي پنداري سمبارا جي وڏور ڌيءُ، پدمڻي، ' شيوا ديجي ' سورهن سينگار ڪريو، ڪنهن سپني جي اپسرا وانگي، گوڏن ڀر ٻانهون ٻڌيو، پنڊ ڀڻ ٿيو ٻيني، گهائيندڙ پونر نيڻن سان سٽل مهاويد ڏي نهاري رهي هئي. هن جو سڄو نازڪ ڏڙ جڻ ٻيني ٻيني ڪڙهي پيو هو. هوءَ جنسي لڇي رهي هئي. سٽل ديوتا جي هر ڪروٽ سان هن جي دل ڌڙڪي ٿي وئي. هوءَ ان ديوتا جي درشن لاءِ ماندي ٿي رهي هئي. ديوتا جي جاڳڻ جي هڪ هڪ ساعت هن لاءِ صدين جو سوداءُ بڻجي ٿي وئي.

اڄ جڏهن وهاٽيءَ ويل ماءُ ڪيس ننڊ مان جاڳائي ٻڌايو ته هنن جي نجهري ٿامي جو مهاويد آتم تارا آيو آهي، ته هن کي پنهنجي ڪنن تي ويساهه نٿي آيو. هينئر به ائين پئي ڀانيائين ته ڪو سندر سپنو ڏسي رهي آهي. ڀلا ڪٿي پورپ، ڪٿي پڇم. هوءَ سوچي نٿي سگهي ته هوءَ ڪو پنهنجي جيون ۾ پنهنجن سپنن جي سپرينءَ کي ڪڏهن ايترو ويجهڙائيءَ کان پسي سگهندي ---- ان اربيلي راول کي، جنهن جي درشن لاءِ سونمياٽيءَ جون وڏيون وڏيون نٽ راڻيون، لڇميون، مانديون هيون، جنهن جي واڻن ۾ "ٿامي" ۽ "سوني" جون نينگريون سڄدا گهوريندڙيون هيون، جنهن جي سپني کاڻ سهاڳڻيون پنهنجا ڳهٽا ڌرتيءَ ماتا تان گهوريندڙيون هيون. هن پنهنجيءَ ڄمار ۾ ان سونهن جي سردار کي رڳو هڪ ڀيرو سوني نگريءَ جي هڪ وڏي جشن جي ڏينهن ڏٺو هو. مهاراڄا سونيه پاويه جي چئن پلن ڍڳن واريءَ سهڻي سڄايل گاڏيءَ ۾ سونيءَ جي لڇمڻ ۽ لڇمين سان گڏ

وينو هو، پوڄل گهر وڃي رهيو هو. تڏهن کان هوءَ مٿس سوءَ جان سان ٻلهار هئي. اها سهڻي صورت هميشه هميشه سندس من مندر ۾ کُپي وئي.

ان رات هن سوني ننگريءَ جي وڏي پوڄا گهر ۾ ڌرتيءَ ماتا جي وڏيءَ مورتيءَ تان پنهجا سمورا ڳهڻا گهوريا، ۽ مها پوڄارڻ کي پنهنجو هٿ ڏيکاريو. مها پوڄارڻ هن جي هٿ جون ريکائون ڏسندي چيو" نينگري، هن ڌرتيءَ تي ديوتا فاني عورتن سان هميشه پيار ڪرڻ لاءِ لهندا رهندا آهن. پنهنجي ڌڙ جي ستيا ۽ رکيا ڪج، جو تنهنجو ڌڙ هڪ ديوتا جي مُڏي آهي. تنهنجو لکيو هڪ ديوتا سان آهي."

" ديوتا ! " خوشيءَ کان هن جي مٺ پيڙجي وئي، ۽ ان ڏينهن کان هوءَ پاڻ کي ديوتا جي امانت سمجهڻ لڳي، ۽ ان ڏينهن کان هن ڏينهن تائين هوءَ ان ديوتا جون واٽون نهاريندي رهي. هوءَ سوچيندي هئي ته اهو ديوتا ڌرتيءَ تي ڪڏهن لهندو. چا، هن جي جواڻي ائين ئي ميڻ وانگي ٽمڪندي ڳرندي ويندي. هوءَ سوچيندي هئي، اهو ديوتا ڪڏهن ايندو، ڪٿي لهندو. هن جو ا نتظار ڪهڙن ر نگ رتولن ۾ ڪيو وڃي، ڪهڙن جهنگلن ۽ رڻ پٽن ۾ هن کي ڳوليو وڃي. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ راتين جو بيچين ٿي پاڻمرادو ڳالهائيندي هئي، ۽ پنهنجي ديوتا کي سڏيندي هئي، --- او ديوتا، هاڻي اچ به ! ڏس، مان تڙپي رهي آهيان. هيءَ ڌرتيءَ تو بن سنسان آهي. ڏس مون ڌرتيءَ جي سيني شين کي پنهنجي ڌڙ کان جدا ڪري ڇڏيو آهي، ۽ مون پنهنجي من جا سڀ در دريون کولي ڇڏيا آهن، اچ، منهنجي ڪنواري پاڪ ڌڙ کي ڇُهه، ۽ منهنجن نازڪ چپڙن جو امرت پيءُ. مان ايترو ئي پاڪ آهيان جيترو ماءُ جي ڪک مان نڪرڻ ويل. اي ديوتا، تو کي ڌرتي ماتا جو سوڳنڌ، مون کي وڌيڪ نه تڙپاءَ، هاڻي لهي نه آءُ ! هوءَ سڄي رات سُرهي سيج تي پاسا بدلايو پئي تڙپندي هئي... ۽ اچ اهو ديوتا، الائي ڪهڙن ستارن جي گردش سان، هن جي نجهري نوڙي آيو هو --- ۽ هوءَ اکين ۾ اوڙاهه پريو، سورهن سينگار ڪريو، پوڄارڻين وانگي هن جي شيوا ۾ بيٺي هئي.

ٻاهر وڏي ورانديءَ ۾ پوڄارڻين جهانجهه ۽ ٺلين تي مڌر سنگيت ڇيڙي ڇڏيو هو، ۽ پوڄارڻ ڪَرتڪا [2] ديجي، ڪوئل جهڙا سريلا آلاپ ڪڍي، پرهه جو راڳ آلاپڻ لڳي.

" اي ديوتائن جا دادلا، سڄاڳ ٿي !

پرهه ڦٽي آ،

---

[2] ڪرتڪا : ڪَتين جو ميڙ.

## موهن جو دڙو : علي بابا

اپ جي نياٽي نماٽي، اُوشا، ڏورانهن ڏينهن مان،
پنهنجي ڀڪندڙ رٿ تي چڙهي آئي آ،
۽ ڌرتيءَ تي پنهنجا رنگا رنگ ڪرٽا ڦهلائي رهي آ :
ستا، سجاڳ ٿي. ۽ لجوڙيءَ ديويءَ جو درشن ڪر !
" اودشا جي چاتي روشن ۽ منهن ڀڪندڙ آ،
سونا وار تجلا پيا ڏين هوءَ مرڪي رهي آ.
جيئن ڪا سندري پنهنجي سپرينءَ کي موهت ڪرڻ لاءِ سورهن سينگار ڪري پنهنجيءَ
سونهن جو اظهار ڪندي آهي :
جاڳ ۽ ديوي جو درشن ڪر !
"جيڪي پرڀاتيون لنگهي ويون آهن،
۽ اٽڪٽيون پرڀاتيون جي اچڻيون آهن،
تن جي واٽ وني، اوشا ديوي آئي آ،
هن جي ڀڪندڙ مُک سان اونداهي ڀاڄ ٿڙي ٿي،
۽ جي ننڊ ۾ ستل آهن، تن کي سجاڳ ڪري ٿي.
"او سهڻي اوشا ! تون اٽڪت جُڳن کان جئري آهين،
تون هر ڀنيرڪي ويل نئون جنم وٺين ٿي،
تنهنڪري تون ٻڍي بہ آهين ۽ جوان بہ،
"اڄوڪي پرڀات اها واٽ وني ويندي،
۽ هنيان پوءِ جي پرڀاٽيون ايندين،
پنهنجي واٽ وني ويندين.
پراڻي ڪال ۾ جن ماڻهن اوشا جي واٽ نهاري ٿي،
اهي لاڏاٽا ڪري ويا !
اڄ اسين اوشا جي واٽ پيا پَسيون،
۽ اسين بہ لڏي ويندا سون پاتال ڏي،
جتي نہ ڪو ڪم هوندو، نہ ڪار،
جتي نہ وديا هوندي، نہ اوديا،
نہ ڪو ميڙو هوندو، نہ منڊلي :
۽ اسان کان پوءِ جي ايندا،

سي ان ديويءَ جا رنگين تروراَ پسندا.
" جاڳو، ديويءَ جو درشن ڪريو !
هو ڏسو،
اُشا [3] ديوي تيتري ڪڪڙ وانگي سونو آنو لاهيو،
ڪاڪاريندي پئي وجي ؛
نئون سج جنم وٺي رهيو آ،
۽ ڌرتيءَ تي روشنيءَ جو سمنڊ پلٽي رهيو آ،
جاڳو، ديويءَ جو درشن ڪريو ! "
جانجهه، ٿلين ۽ جلترنگ جي مڌر لَي تي پوڄارڻ جو آلاپ گونجندو رهيو. مهاويد لڇمڻ آتم تارا جي پيرانديءَ کان بينل شيوا ديجيءَ جو سڄو ڏڙ اهليو ٿي ويو ___ جڻ ته
راڳ پوڄارڻ جي نه، هن جي روح مان ريلا ڏئي پئي نڪتو. تڏهن، نندڪي لڇمڻ آتم مَسين مسين وڃي آرس ڀڳو ۽ جانجهه ۽ ٿلين جي مڌر سنگيت تي پاسا ورائيندي اک پٽي. هوريان هوريان، هڪ حسين پدمڻيءَ جو ڌنڌليل پاڇو، سپني جي ڪنهن اپسرا وانگي اجاگر ٿيندو، سندس اکين ۾ ڪپي ويو. هو ڪيتري دير تائين ان سونهن جي ديويءَ کي ڏسندو رهيو. تڏهن ان پدمڻي نينگر پنهنجا پونر نيڻ کولي، گهائيندڙ گهُور وجهي، ڏاڍي تپسيا سان هٿ ٻڌي، ٻڄندڙ آواز سان چيو: " ٿامي جي مهاويد لڇمڻ آتم تارا کي واهوندي وستيءَ جي مکيءَ پنداري سمبارا جي وڏور ڌيءَ، شيوا ديجي، پرنام ڪري ٿي. " هن جو آواز ايڏو ته منو ۽ سريلو هو، جڻ ته ڪنهن پوڄارڻ جلترنگ چيڙي ڇڏيو. لڇمڻ آتم تارا موهجي، ٻانهون ٻڌي، اکين ۽ ڪنڌ جي اشاري سان ڪيس پرنام ڪيو. شيوا ديجيءَ وري پنهنجو ڪنڌ لڇمڻ جي آڳيا ۾ جهڪايو، ۽ پوءِ ادب سان پنيري هلندي، در جي سامهون ٽنگيل ٿالهه جهڙي ٿامي جي گهنڊ تي ڏونڪو هنيائين. گهنڊ جي مڌر آواز جي گونج سان ئي، چار اڇين ساڙهين ۾ ويڙهيل ديوداسيون، هٿن تي وڏا ٿالهه کنيو --- جن تي تيل، ميٽ، سرهاڻ ۽ اوچو وڳو رکيل هو ---- اندر آيون ۽ مهاويد آتم تارا جي اڳيان نهايت ئي ادب سان ڪنڌ جهڪائي، گوڏن ڀر ويٺيون. انهن جي پنيان ئي، راتوڪي سباجهي منڊ ڏاڍي ادب ۽ ٻاٻوهه سان اندر آئي، ۽ سندس اڳيان ٻانهون ٻڌي، وڏو سجدو گهوريندي چيائين ؛

---

[3] اُشا جي استتي جا سلوڪ رگويد مان ورتل آهن، رگويد منڊل پهريون

## موهن جو دڙو : علي بابا

" اي ديوتائن جا دادلا، ٻانهي سوشاما ديجي تو کي پرنام ڪري ٿي. تيل، ميٽ ۽ سرهو پاڻي تيار آهي، اٿي تيل ميٽ ڪري توانو ٿي."

مهاويد ٻه ڪيس ٻانهون ٻڌي پرنام ڪيو، ۽ اٿي ڪڙو ٿيو. چارئي ديوداسيون ادب سان اٿي بيٺيون ۽ ڪنڌ جهڪائي سندس پنيان هلڻ لڳيون.

وهنجي سهنجي واندو ٿيڻ کان پوءِ، مهاويد آتم تارا کي اشنان گهر جي اڳيان ترڪي تي رکيل هڪ اوچي آسڻ تي ويهاريو ويو. سوشاما ديجي سندس ڪارن، ڪلهي تائين لڙڪندڙ وارن تان ڦڻي گهمائي، ۽ سندس اکين ۾ سرمو وڌو، ۽ مٿانس سرهاڻ جي ورڪا ڪئي، ۽ سندس سونيءَ تي چمڪندڙ ڳاڙهي موتيءَ کي چمي، سندس مٿي تي سجائي رکيو. مهاويد آتم تارا آنهريءَ ۾ چگيءَ طرح پاڻ کي جانچي ڏٺو.

ان مهل هڪ مهاپرش آيو، جنهن جي مٿي تي مُکين وارو سونو ڇٽ ٻڌل هو. سندس اڳيان وڏا سجدا گهوريندي چيائين :

" اي ديوتائن جا دادلا، تنهنجو ٻانهو، مُکي پنداري سمبارا تو کي پرنام ڪري ٿو. وسنديءَ جا سڀ مهاپرش ۽ منڊيون تنهنجي درشن لاءِ آيا آهن. هل ۽ پنهنجي سڀاجهي هٿ سان ڪين آشيرواد ڏي."

مهاويد ڪيس، پرنام ڪيو، ۽ آسڻ تان اٿي اڀو ٿيو. هن جي اٿڻ سان سڀ ديوداسيون ۽ پوڄارٽيون جهڪي ويون. مهاويد هڪ ڪلهي وارو، وڏو ڦلڦلو پرٽ پريل، گهيردار وڳو لوڏيندو، پنهنجيءَ سهٽيءَ لچمڻ واريءَ لوڏ سان مکيءَ جي پنيان هلندو، ٻاهر وڏي سجايل ورانڊي ۾ آيو، جتي وسنديءَ جا سڀ وڏ گهراٽا سندس درشن لاءِ گڏ ٿيا هئا. سيني ڪيس ڏسي ٻانهون ٻڌي، وڏا سجدا گهوريا. مهاويد پنهنجي سوني ڪڙي واري ٻانهن مٿي ڪٽي، ڪين آشيرواد ڏنو : " اوهان سيني تي ڌرتي ماتا جي ديا هجي ! آءُ ٿامي جو ويج، آتم تارا، اوهان سين کي پرنام ڪريان ٿو."

سيني وسنديءَ وارن سجدي مان ڪنڌ مٿي ڪيا، ۽ هڪ آواز ٿي چيائون :

" اي ديوتائن جا دادلا، تو کي پرنام !

اي ڌرتيءَ جي اسرارن جا ڄاڻو، تو کي پرنام !

اي سونمياٽيءَ جا وڏ – گهراٽا، تو کي پرنام !"

مهاويد لچمڻ آتم تارا، وري هٿ مٿي ڪٽي، ڪين آشيرواد ڏنو. مهاويد کي سيني کان اوچي آسڻ تي ويهاريو ويو، سڀ وسنديءَ وارا، مڙس توڙي زالون، پوڄارٽيون توڙي پوڄارا، پنهنجي مهاويد جي سڀاجهي صورت ڏسيو نٿي ڌاپيا. شيوا ته پري پري کان بيٺي ٻلهار

پئي وئي. مهاوير سيني سان گڏجي مکڻ ماني، گيهه ۾ چِلها روٽلا، ماکيءَ ۽ طرحين طرحين جي مٺاين سان نيرن ڪئي، ۽ ڪجھ دير تائين پاڻ ۾ روح رهاڻ ڪيائون.

ان ڏهاڙي مهاوير وسنديءَ جي مها پوڄاريءَ، پوين ۽ پاڙهن سان گڏجي، ڪيترن بيمارن کي ڏٺو، جي سندس اچڻ جو ٻڌي ڪٿان ڪٿان ڪَهي آيا هئا. مهاوير سيني کي چڱيءَ طرح ڏٺو، ۽ مهاپوڄاريءَ ۽ پاڙهن کي انهن جي ستيءَ ڦڪيءَ جا ڏس ڏنا. ان شام سڄيءَ وسنديءَ ۾ پڙهو گهمايو ويو ته اڄ رات مهاوير لڇمڻ آتم تارا جي اچڻ جي خوشيءَ ۾ پوڄا گهر ۾ جشن ملهايو ويندو.

سنڌيا ويل سڀ وسنديءَ وارا مهاوير آتم تارا جي خوشيءَ جو جشن ملهائڻ لاءِ اوچا وڳا پهري، مکي پنڊاري سمبارا جي رتول آڏو گڏ ٿيا. جيسين مهاوير پوڄارڻين ۽ پوڄارن جي ساٿ سان ٻاهر نڪري، تيسين وسنديءَ وارا ٻاهر ميڙو مچايو وينا هئا. وسنديءَ جي حسين نينگرين وڏن گهيردار پڙن کي لمڪا ڏيو پئي ناچ ۽ ناڏ ڪيا. ڍهلارين ڍهلن سان گڏ پئي جهمر پايو ڌمال هنئي. سارو وايو منڊال ڇيڄ ۽ ڇمڪارن، ڪيڄ ۽ ڪلڪارين جي آوازن سان گونجي رهيو هو.

گهڻيءَ دير کان پوءِ، جڏهن مکيءَ جي رتول جي وڏي در جي ڏاڪن تان هيٺن ۽ اچن وڳن ۾ ويڙهيل پوڄارا ۽ پوڄارڻيون هٿن ۾ برنڊڙ اماڙيون ڪنيو، سنک، ڍنڊ، ٽليون، جانجهه، چنگ ۽ ڪماچ وڄائيندا ٻاهر آيا ته انهن جي پٺيان ئي مهاوير آتم تارا، مها پوڄاري، مکي پنڊاري، سوشوما ديجي ۽ شيوا ديجي ڏسڻ ۾ آيا. مهاوير جو درشن ڪندي ئي جيڪي ماڻهو جت سو تت پنڊ پهڻ تي ويو، ۽ سيني گوڏن پر بيهي، ٻانهون ٻڌي ڪيس پرنام ڪيو. مهاوير آتم تارا ٻانهن مٿي ڪري ڪين آشيرواد ڏنو. مهاوير کي هڪ جهاڻ ۽ جهولڻن سان سينگاريل پونيءَ تي ويهاريو ويو، ۽ سڀ وسنديءَ وارا ساڻس گڏجي پوڄا گهر وڃڻ لڳا. سيني کان اڳيان مها پوڄاري هو. ان جي پٺيان پوڄارن ۽ پوڄارڻين جو هڪ وڏو جٿو، انهن جي پٺيان اڪو ٻڌل، نيري ستارن جڙيل شال ۾ ويڙهيل شيواديجي ۽ سندس سرتيون، ان جي پٺيان پونيءَ تي ويٺل مهاوير، ان جي پٺيان مکي پنڊاري ۽ سوشاما ديجي، ۽ انهن جي پٺيان سڀ وسنديءَ وارا هڪ قطار سان هلي رهيا هئا. رات جي سانت ۾ اهو سمورو ساٿ ستارن پرئي سر ڳڌام جي هيٺان، ڍنڊ، ٽلين، چنگ ۽ ڪماچ جا مڌر آلاپ ڇيڙيندو، نهايت ئي تپسيا سان ٻانهون ٻڌيو پوڄا گهر ڏي وڌي رهيو هو.

وسنديءَ کان پرڀرو، هڪ وڏي مٿانهين دڙي تي، پوڄا گهر جون ديوراون ٻڌل هيون، جنهنجي چوڌاري ميويدار وڻن جا جُهنڊا ۽ ساوا سُڪاريا کيت سدائين پيا لهرائيندا هئا.

موهن جو دڙو : علي بابا

پوڄا گهر جي اوچين ديوارن جي اندر ئي وڏا مٽيءَ جا بت رکيل هئا : هڪ ڌرتي ماتا جو، هڪ شو مهراج جو، ۽ هڪ ٻيل ديوتا جو. پوڄا گهر جي چوڌاريءَ اوچين پٿين تي ٻک ۾ پاهه يوگين، پولڙن، نانگن، وڻن ۽ جيو آتما جي ول اسرڻ جون رنگين مورتيون اُڪريل هيون. ڌرتي ماتا جي وڏي بت آڏو ناچ لاءِ هڪ وڏو نيرو، چلڪندڙ گول پنڊال هو ۽ ٻاهران وڏا گهنڊ ۽ سنگ ٽنگيل هئا، جن جو گنڀير ۽ مڌر پڙالو سدائين رکي رکي پيو گونجندو هو.

ان رات سڄو پوڄا گهر پور نماسي رات جيان چوڌاريءَ ڏيئن ۽ ميڻ بتين جي روشنيءَ سان جڳمڳائي رهيو هو، ۽ سڀ وسنديءَ وارا وڏي بت آڏو ڪنڌ جهڪائي بيٺا. سيني کان اڳيان، وڏي پنڊال تي، مهاپوڄاري ۽ ان جي پٺيان مهاويد بيٺا هئا. پوڄا گهر جا سڀ گهنڊ هڪ ئي وقت ڏانگ.....ڏانگ.... ڏانگ ڪري گونجڻ لڳا. مهاپوڄاري وڏي ڌرتي ماتا جي وڏي بت کي گگر ۽ لوبان جو واس ڏنو. سڄو پوڄا گهر رنگين، خوشبودار دونهين سان واسجي ويو، ۽ جيئن ئي گهنڊن جو پڙالو سانت جي سير ۾ ٻڏي ويو، مهاپوڄاري جو گنڀير گڙ گڙائيندڙ آواز پوڄا گهر ۾ گونجڻ لڳو،

" او ڌرتي،

" او ماتا وڌاتا،

" اڄ تنهجن جي اسرارن جو ڄاڻو، سيني ديوين ۽ ديوتائن جو دادلو، شڪتيءَ ۽ مڪتيءَ جو ڏاتي، مهاويد آتم تارا، سڀاڄها پير پري اسان جي اڱڻ آيو آهي. ان خوشيءَ ۾ جشن ملهايو ويندو. وسنديءَ جي سڀ کان سهڻي نرتڪي نينگري لڇمي شيواديجي، اڄ سونمياڻيءَ جا مهاراجا سونيہ پاويہ جو انعام ۾ ڏنل نٽ راڻين وارو وڳو پهري تنهنجي آڏو نچندي، جو تون سيني ديوين ۽ ديوتائن کان سڀاڄهي پلاري، ۽ اسان کي اوڏي آهين، جو تنهنجي مهر جي مهراڻ جي ڇڄ ٻارهو اسان لاءِ جاري آهي، جو تنهنجا گيت اسان لاءِ سدا ساوا ۽ سڪاريا آهن، جو اسان جي سرير جا پنوڙا تنهنجيءَ مٽيءَ مان ڪچيا آهن ۽ تنهنجي مٽيءَ ۾ ملي ويندا. او جنم ورني، جنم پوني، او ڌرتي، او ماتا وڌاتا، سڀ پوڄا ۽ پڙلاءَ تولاءِ آهن. اسين سڀ تو کي سجدو ڪيون ٿا.

ڌرتي ماتا کي سجدو ڪريو

ڌرتي ماتا کي سجدو ڪريو. "

سڄو پوڄا گهر پوڄارن ۽ پوڄارڻين جي سريلن آوازن سان گونجي ويو. پوڄا گهر جا سڀ گهنڊ هڪ ساٿ زور سان ڏانگ... ڏانگ... ڏانگ ڪري وڄڻ لڳا. مهاپوڄاري جي پٺيان

مهاويد، سڀ پوڄارا، پوڄارڻيون ۽ وسنديءَ وارا گوڏن ڀر ڀيهي، ٻانهون ڦهلائي، ڌرتي ماتا اڳيان وڏا وڏا سجدا گهورڻ لڳا، ۽ هوريان هوريان گهنڊن جو آواز ڏيمو ٿيندو ويو.

مهاپوڄاري وري اتي ڌرتي ماتا کي رنگين خوشبو هاٽي دونهين جو واس ڏنو. ان کان پوءِ ٻاهر وڏي گهنڊ جا ٽي ٺڪاءَ لڳا. سڀ وسنديءَ وارا پوڄا گهر جي وچ واري جاءِ ڇڏي، پوڄا گهر جي چوڌاري ديوارن سان لڳل ڏاکڻ تي وڃي ويٺا. مهاويد آتم تارا کي وچ ۾ هڪ اوچي آسڻ تي ويهاريو ويو. پوڄارڻين پنهنجي هٿن واريون ٻرندڙ اماڙيون ڌرتي ماتا جي اڳيان وڏي گول پنڊال جي چوڌاري روشندانن ۾ کوڙيون ۽ سارو پوڄا گهر ديوداسين ۽ پوڄارڻين جي سريلن سازن جي مڌر سنگيت سان گونجي ويو، تڏهن ڇير جي ڇم ڇم جي مڌر آلاپ تي، اکو ٻڌل، نيري ستارن جڙيل شال ۾ ويڙهيل شيوا ديجي ٻيچين ٿي اُٿي. پوڄارڻين سندس پيرن ۾ نورا ٻڌا، ۽ هوءَ ڍيل وانگي هلندي، ڇم ڇم ڪندي، گول، لسڙي، اپ جيان چمڪندڙ نيري پنڊال تي ڌرتي ماتا آڏو آئي. سڄي پوڄا گهر ۾ سانت ڇانئجي وئي، رڳو رکي رکي ڇير جو آواز گونجي رهيو هو. شيوا ديجي ڪيتري دير تائين ڌرتي ماتا ڏي منهن ڪيو، گوڏن ڀر، تپسيا سان ٻيٺي رهي. پوءِ هن ٻئي ٻانهون ڪنڌ جي پنيان ورائي، اکي جا سڳا کوليا ۽ ڪلهن تان شال هيٺ سرڪائي ڇڏي، جا سندس حسين سينگاريل پنيري ڏڙ تان سو سو سجدا گهوريندي، هيٺ پيرن ۾ اچي پئي، ۽ هن وچ جهڙي وراکي سان پنهنجو منهن سامهون ڪيو. جيڪو ماڻهو جت، سو نت پنڊ پهڻ ٿي ويو. مهاويد آتم تارا به اچرج سان ڏانهنس نهاريندو رهيو. هوءَ ڪنهن سوني پتليءَ جيان سندس آڏو ٻيٺي هئي. ٻوٽيل پنٻٽين تي سورن وزني پاٽيٺ جو جڙاءُ، نرڙ تي ڳاڙهو تلڪ، سينڌ ۾ سندور، ڳُڌيل وارن ۾ سونا ڦل، هڪ ٻانهن ۾ نونٺ کان ڪلهي تائين سوني ٻانهين، ٻي ۾ ڪنگڻ، ڳچيءَ ۾ موتين جون مالهائون، ٻَلي جي ڇلرن جهڙي سوني چمڪندڙ پولڪا [4] سان ڍڪيل اُرھ، ڳاڙهن موتين جي مالائن ۽ سَرن سان وڏو گهيردار سونهري پڙو -- ائين ٿي لڳو، ڄڻ اوچتو ڪا چنڊ جي ديوي سهائي سر ڳڌام مان نهي ڌرتي تي آئي هجي. سازن جو آواز هوريان هوريان مٿي اُڀرندو ٿي ويو ۽ ان سان گڏ ئي هن جي ڏڙ ۾ ڄڻ ساھ ڦوڪجڻ لڳو. هن جون ٻانهون هوريان پنهنجي ڊولائتي ڏڙ جو ڪاڇو ڪنديون، ڪوراڙ ٻلائن جي جوڙي وانگي وٽ ڪائينديون، مٿي ڪجي اُڀيون ٿي ويون ۽ هن جي ٻَلي جي ڇلرن جهڙي پولڪا ائين تجلا ڏئي رقڻ لڳي، ڄڻ ٻينل پاٽيءَ تي

[4] پولڪا : انگي

## موهن جو دڙو : علي بابا

چنڊ جا ترورا ڏکي رهيا هجن، ۽ ڏسندي ئي ڏسندي هن جو سڄو ڏڙ ڏکڻ لڳو، پير پٽ سان نٽي لڳس. جڻ کا وڄ هئي، جا سندس سنڌ سنڌ ۾ وراڪا ڏئي رهي هئي. هوءَ سازن جي مها ساگهر لهرن جي وهڪري ۾ هڪ ناءُ جيان جُهلندي، لڙهندي، اُپرندي تي وئي. هوءَ ڪيئن پيرا پنڊال ۾ بيسڌ گهايل تي ڪري ۽ نانگڻ وانگي وٽ کائيندي اُٿي وئي. هن ڪئين پيرا اکين جا تير ٺاهيا، ڳيراٽيءَ لاءِ ٻانهون ڦهلايون. هن ڪئين پيرا پنهنجو سر گهوريو ۽ تپسيا سان ٻانهون ٻڌيون ۽ پنهنجو تن من آڇيو ۽ رنل پرينءَ کي پرچائڻ لاءَ لوهون پاتيون. هن جي ناچ جي هڪ هڪ ادا سمجهه ۾ پئي آئي، جڻ چئي رهي هجي :

' تون ديوتا، مان داسي،
مان تنهنجي پوڄا ڪندس :
مان تو تان گهوري ويندس.
' هيءَ منهنجي سونهن سروپ، منهنجو جوبن،
هي منهنجا هار سينگار سڀ تولاءِ آهن.
تون جي ايندين منهنجي دوار، مان نورا ٻڌي نچندس :
مان تو تان گهوري ويندس،
' تون جي مونکي ڇڏي ويندين،
مان جوڳڻ تي تنهنجي ڪڍ لڳندس،
جبل جهاڳيندس،
وڻ وڻ کان واڪا ڪري تنهنجو ڏس پڇندس :
مان تو تان گهوري ويندس.
' تون ديوتا، مان داسي، مان تنهنجي پوڄا ڪنديس :
مان تو تان گهوري ويندس.'

هوءَ بيسڌ نچندي رهي، نچندي رهي، ايستائين جو هن جو سڄو ڏڙ پگهرجي ويو. هوريان هوريان سازن جي وهڪ مانيٺي ٿيندي وئي، ۽ نرتڪي هڪ وڏي چيڪلي پائي، پنهنجن ئي پيرن جي ڏانوڻ سان وٽ کائيندي، ڌرتي ماتا جي وڏي بت اڳيان، پنڊال تي وڃي ڪري.

ڊانگ --- ڊانگ --- ڊانگ پوڄا گهر جا سڀ گهنڊ هڪ ئي وقت وڄڻ لڳا. گهنڊن جو پڙلاءَ بند ٿيندي ئي شيوا ديڃي پنڊال تان پنهنجو منهن مٿي ڪنيو. ٻانهون ٻڌي، پويان پير پري، ڌرتي ماتا جي وڏي بت آڏو وڃي بيني ۽ ٻانهن مان سونو ڪنگڻ لاهي، ڌرتي ماتا جي

چرنن ۾ رکيائين. سندس پنيان ئي مهاپوڄاري پنڊال تي آيو ۽ پنهنجي ڳوري آواز سان چيائين، " اي نرتڪي نينگري، اڄ جي رات سڀ ديويون ۽ ديوتائون تو مان خوش آهن. اڄ جي رات ڌرتي ماتا جي ديا جا سڀ در تو تي کليل آهن. وڏي واڪ ڪُهُر جو گهرٽو اٿئي. اڄ جي رات تنهنجي هر منتا پوري ٿيندي."

شيوا جهڪيل منهن مٿي ڪري، ڌرتي ماتا جي مُک ڏي نهاريو ۽ ٻئي هٿ ٻڌي اُٿي بيني. هن جي من چاهيو ته ڌرتي ماتا کان هوءَ پنهنجي من مندر جي ديوتا جو دان گهري، پنهنجي سپنن جي سهاڳ ۽ پنهنجي پريم جو نالو ڳهي. هن جا چپ کليا، پر هن جي اندر جي ناريءَ، لڄ شرم ۽ حيا جي ڌاڳن سان هن جا چپ سبي ڇڏيا. هن ڌرتي ماتا کان ڪجهه به نه گهريو، رڳو مُنهن ڦيرائي ٻانهون ٻڌي، گول پنڊال تان هلندي، آتم تارا آڏو آئي، ۽ هن جي آڏو ڪجهه دير بيهي پنهنجو سيس نمايائين. آتم تارا به ٻانهون ٻڌي ڪيس پرنام ڪيو. مهاپوڄاري ۽ سڀ پوڄارٽيون ۽ پوڄارا ڏانهنس نهارڻ لڳا. مهاپوڄاري پنڊال تان هلندو، ڌرتي ماتا جي وڏي بت جي سامهون ويو، ۽ گوڏن پر ويهي، ٻانهون ڦهلائي چيائين، " او ڌرتي، او ماتا وڌاٽا ! ان نرتڪي نينگريءَ جي من جون مرادون پوريون ڪج، جو تون سيني جي منتا پوري ڪرين ٿي. او ماتا وڌاتا، ان نرتڪي نينگريءَ تو کان ڪجهه به نه گهريو. او ماتا وڌاتا، پنهنجن پوڄارن تي سدائين ٻاجهه ٻيلائي ڪج. اسين سڀ تو کي سجدو ڪيون ٿا." ائين چئي، مهاپوڄاري وري ڌرتي ماتا کي واس ڏنو. سارو پوڄا گهر وري رنگين دونهين سان واسجي ويو، سڄو پوڄا گهر پوڄارن ۽ پوڄارٽين جي سريلن هو... هو... هو جي آوازن سان گونجي ويو. پوڄا گهر جا سڀ گهنڊ هڪ ئي وقت وڄڻ لڳا. آتم تارا ۽ سڀ وسنديءَ وارا، مهاپوڄاري جي پنيان، ڌرتي ماتا آڏو ٻانهون ڦهلائي، وڏا سجدا گهورڻ لڳا. گهڻيءَ دير کان پوءِ اهو سمورو ساٿ، اماڙين جي روشنيءَ ۾، ساڳي ريت واپس موٽيو.

# 2

جشن واريءَ رات گهر گهر ديپ جلندا رهيا. ماڻهو شيوا جي سونهن جي ساراهه مان ڍاپيا نٿي. جت ڪٿ شيوا ۽ سندس ناچ جي پچار هئي. شيوا پنهنجي هار سينگار واري سجايل ڪوٺيءَ ۾، سرتين ۽ جيڏين جي وچ ۾، وڏي آنهريءَ آڏو ويٺي هئي. سرتين سندس ڏڙ تان سونمياٽيءَ جي مهاراجا وارو سون ورتو وڃو لاهي، ڪيس نيرو ڪارن جڙيل پولڪا وارو گج پهرايو ۽ ڪيس نوان سينگار ۽ سوڻ ساٿ ڪيا ۽ سندس سونهن سروپ جا ڳيت ڳائڻ لڳيون.

" شيوا، تون شام جي ديوي سنڌيا وانگي حسين آهين.

" تنهنجون ڪجليون چيراليون اکيون، تنهنجي گلاب جهڙي مکڙي تي پونرن جي جوڙي جيان ٿيون لڳن.

" او شيوا، تنهنجا اُرهه پلي سوئا تاريلي ڳاءِ جي اوهه انگي پريور آهن.

" تنهنجون ٻانهون ڪوراڙ بلائن جو جوڙو آهن.

" جڏهن تون نيرو گج ۽ پڙو پائي، سينگار ڪري، ڊيل وانگي اوچو ڳاٽ ڪري هلين ٿي، تہ مکي ٻيلي جي مورن جي مهاراڻي لڳين ٿي.

" جي سوم ديوتا تنهنجي چپن جو امرت پئي تہ الوث ٿي وڃي."

شيوا آنهريءَ ۾ ڏاڍي موهه سان نهاريو ۽ لڄوڙيءَ مرڪ سان چيائين،

" سرتيون، ڇا سچي بہ مان ايتري حسين آهيان؟ "

" ها شيوا، تون سانوڻ جي سپت سنڌوءَ جيان حسين آهين. اوشا ۽ سنڌيا جي تو کي ڏسن تہ پروشٽيءَ[5] ۽ ستادرو[6] وانگي تنهنجو پاٽي پرين. او شيوا، تون ڪنوار جا سينگار ڪري، ڄڄ جي وهڪري سان جنهن جاءِ بہ ويندينءَ، اها جاءِ خوشين جي ڦلواڙي ٿي ويندي."

شيوا آنهريءَ ۾ پاڻ کي ڇڳيءَ طرح جانچن کان پوءِ اٿي کڙي ٿي، ۽ ساهيڙين سان گڏجي ماءُ ۽ پيءُ جي ڪمري ۾ آئي، جي هڪ نويڪلي ڪوٺيءَ ۾ ويهي پاڻ ۾ ڳالهائي

---

[5] پروشٽي : راوي ندي

[6] ستادرو : ستلج ندي

اهي ٻئي نديون سنڌوءَ جون پرتي ڪنڌڙ شاخون آهن. رگويد جي رشين سپت سنڌوءَ جي پرتي ڪنڌڙ ندين کي سنڌوءَ جون پاٽي پريندڙ ٻانهيون ڪوٺيو آهي.

رهيا هئا. ماءُ کيس ڏسي سندس سر تان ٻانهون ڳُهوريون ۽ هڪ ٽامي جي چمڪندڙ تراڪڙيءَ تي کيس کير جو ڀريل پيالو رکي ڏئي چيائين، " شيوا، وچ هيءُ کير مهاويد کي پياري اچ " شيوا ماءُ کان ترا ڪڙي ورتي، ماءُ ۽ پيءُ جي آڳيا ۾ ڪنڌ جهڪايو ۽ ترا ڪڙي کڻي. ڌڙڪندڙ دل سان، مهاويد جي ڪوٺيءَ ڏانهن وڃڻ لڳي. سڀ سرتيون کيس مهاويد آتم تارا جي ڪوٺيءَ ڏانهن پنيرو ويندو ڏسي ريسارين نظرن سان مرڪڻ لڳيون.

شيوا هيڪل رتول جي رنگين ورهاڱن جي لسڙي فرش تان پوچارا پير پريندي، پنهنجي من مندر جي ديوتا جي شيوا ۾ وڃي رهي هئي، جتي سرير ۽ آتما نرواڻ هئي، جنهن کان پوءِ هي سارو جيون، ساري هلچل، هيءَ سارو ڏيک ويک، هي ساز ۽ سنگت هڪ مونجهارو هو، هڪ مانڌاڻ هو، هڪ منجهدار هو، جنهن۾ هوءَ ان ناءُ جيان ٻڏتر ۾ هئي جنهن جو ناکئو نه هو، نه ڪو مانجهي نه هو. ها، ها..... پريم بنا هي جيون بي معني آهي، سراپ آهي، جنهن جي ڪائي ڪنڌي ڪانهي، ڪو اٿاهه ڪونهي، ڪو انت ڪونهي. پريم ديهه [7] جو سڀ کان وڏو ڌرم آهي. پر هن جي من مندر جو ديوتا اڄا ڳهريءَ ننڊ ۾ الوٽ هو. هن سوچيو، اڄ هوءَ پنهنجي من جي ديوتا کي جاڳائڻ لاءِ پيار جو سنگ وڄائيندي، هن کي جاڳائيندي، ۽ هن جي چرنن ۾ پيار جا املهه ماڻڪ موتائي ڇڏيا ته پوءِ ڇا ٿيندو، ڇا ٿيندو؟ انهيءَ ٻڏتر ۾ جڏهن شيوا کير جو ڀريل پيالو ترا ڪڙيءَ تي کڻي آتم تارا جي سجايل ڪوٺيءَ۾ پير رکيو، ته سيج تي ليٽيل آتم تارا کيس ڏسي هڪدم اُٿي ڪڙو ٿيو ۽ ٻانهون ٻڌي کيس پرنام ڪيائين.

" پرنام، " شيوا چيو، ۽ پوڄارڻين جيان تپسيا سان هلندي اچي، سندس آڏو گوڏن ڀر ويٺي. هن جو ڪنڌ جهڪيل هو. آتم تارا ڏاڍي موهه سان ڏانهنس نهاريندو رهيو.

" شيوا، مون چيٽ جي چانڊوڪيءَ ۾ مور کي ناچ ڪندي ڏٺو آهي، ۽ سدا ائين ڀائيندو هوس ته مور نرت جو انت آهي. پر تنهنجي سونهن ۽ ناچ ڏسي ڀانيان تو ڪلا جو ڪو انت ڪونهي. سچ، تون سپنن جي اپسرائن کان به سندر آهين. " شيوا ڊيل جيان ڪنڌ مٿي کڻي، گهائل مڌماتن نيڻن جي گهور سان نهاري چيو، " مهاويد، ناچ سرير جي ڪويتا آهي،اندر جي اُيام، بن ۾ مور نچندو آهي، ڪنهن لاءِ نچندو آهي، ايءُ رڳو مور ڄاڻي ٿو، مان هنيان اڳي ڪڏهن به ائين سڌ ٻڌ ڪوئي نه نچي هيس، سنگيت جي وهڪري ۾ ڪڏهن ائين نه لڙهي هيس." هوءَ واجهه وجهندڙ گهور سان آتم تارا جي ڪڪوريل نيڻن ۾

---

[7] ديهه : جسم

نهارڻ لڳي. آتم تارا جي اکين ۾ بيچيني هئي. ٻنهي جي سوچ بيهي وئي هئي ۽ ٻئي هڪٻئي جا ڳجهه ڳولڻ لاءِ هڪٻئي جي اکڙين ۾ کوئجي ويا --- اکڙيون جي دل جي زبان آهن، اکڙيون جي اندر جي آنهري آهن. شيوا جي مکڙي تي جڻ پرهه جا پاڇاوان پئي پيا، ۽ نيڻ هن آتم تارا جي سج جيان ڀڪندڙ صورت جو تاءُ نه جهلي، ڳاڙهي کنڀهي تي کنڌ جهڪائي ڇڏيو. آتم تارا ٻنهه سندس ويجهو آيو ۽ جهيڻي آواز سان چيائين، " شيوا، مان سياڻ سون ساٿيهه رمندو ٿيندس، هي جشن جي رات، تنهنجو ناچ، هي تنهنجا وشال نيڻ ڪڏهن نه وسرندا. سچ، من ته ائين ٿو چاهي ته جيون جي هر موڙ تي، چيٽ جي چاندوڪين ۾ تو کي پسندو رهان. " شيوا جڻ اچانک سپنو ڏسندي ڏسندي چرڪ ڀري جاڳي پئي هئي. ڏاڍي پيڙا سان چيائين،

" اوه راجاڻ، اجا ته اوهان جي صورت ڏٺي اسان جون اکيون ٻه نه ٺريون، اوهين وڃڻ جون ٿا ڪيو. ايءُ ته سپنو ٿيندو."

" ها شيوا، هي جيون ڏک سک جو سپنو آهي. مون کي وڃڻو پوندو. مان وڏو مام پروڙي آيو آهيان،"

" اوهان وس وارا آهيو. ڀلا ديوتائن تي ڪنهن جو وس هليو آهي؟ " شيوا گهائل ٿي، کنڌ جهڪائي، سندس آڏو کير جي پيالي واري ترا ڪڙي وڌائي. آتم تارا ٻه چار ڍڪ ڀري پيالو وري ترا ڪڙيءَ تي رکيو. ٻنهي جون نظرون وري ٽڪرايون. شيوا وري سندس آڳيا ۾ کنڌ جهڪايو، ۽ پنيرن پيرن سان سندس ڪوٺيءَ مان نڪري وئي.

ان رات شيوا ڪنهن سان ٻه نه ڳالهايو. ماءُ، سرتيون، آتڻ – هاريون، سڀ وائڙيون ٿيو ڏانهنس نهاريندي‌ون رهيون. هوءَ چپ چاپ پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ هلي وئي.

ان رات هوءَ ساري رات سيج پلنگ تي سوڙين ۾ ڪرون موڙيندي رهي. اهو سندر سپنو جو هوءَ ڏسي رهي هئي، سرجي سرجي ٽٽي ويو. سڀ آشائون اُمنگون هٿ مان ڇڏايل ٽانڪئي آنهريءَ جيان ڪري چڪنا چور ٿي ويون. هوءَ ساري رات سرهيءَ سيج تي تڙپندي رهي، سوچيندي رهي.

' هي سپنا چو ٿا سرجن، هي ديوتا فاني عورتن سان پيار ڪرڻ لاءِ ڌرتيءَ تي چو ٿا لهن. هن جي سپنن جو سپرين ايڏو جلد هليو ويندو، هوءَ وري ان راول کي ڪڏهن پسندي کهڙين چيٽ جي چاندوڪين ۾ ويل ڪانڌ وري ڪڏهن واهر ڪندو. اجا ته هن پنهنجي ديوتا جي چرنن ۾ ڪري انت ٻه نه پاتي. اجا ته هن پنهنجي پريم کي چپڙن جو امرت ٻه نه پياريو. اجا ته هن پنهنجي ارڏي سپرينءَ جي نيڻن جي پاڻ ڪان گهائل ٿي پاڻ کي هن جي جهوليءَ ۾

نہ وڌو. اجا تہ، هوءَ ڳل ڳيراتي پائي، پنهنجي من مندر جي ديوتا جي ڳچيءَ جو هار بہ نہ ٻڌي. اجا تہ ڪجهہ بہ نہ ٿيو. هو ايڏو جهٽ هليو ويندو. هاٽي..... هوءَ ساري رات سوچيندي رهي، تڙپندي رهي. ان ڏهاڙي مکيءَ هڪ جوپ جواڻ کي سوني جي مهاراجا ڏانهن ريپارو ڪري موڪليو.

هر شي جڻ ننڊ ۾ الوٽ تي وئي هئي، تڏهن رڳو اُماڙين جي جهيٽيءَ جوت ۾ ڌرتي ماتا جي وڏي مورتي جاڳي رهي هئي. ماتا جي پيار ۽ پيڙا سان پريور، نناڪڙي، اوجاڳيل، آدجڳاد جي سوچن ۾ ٻڏل، جڻ سوچي رهي هئي : هاڻ هن وٽ ڪهڙا سک جا سپنا آهن، جن جي هوءَ پنهنجن پوڄارين تي ورکا ڪري. سڄي پوڄا گهر ۾ هر طرف سانت ۽ سوچ پکڙي پئي هئي.

ان ويل، رات جي نوائيءَ ۾، چار اُماڙيون، چيہ کٽ وانگي، وسنديءَ جي سنسان گهٽين مان، تانداٽي جيان روشنيءَ جا تر ورا ڦهلائيندي يون، پوڄا گهر ڏانهن وڌي رهيون هيون. اهي چارئي اُماڙيون ڪير جهڙن اڇن وڳن ۾ ويڙهيل ديوداسين جي هٿن ۾ هيون، ۽ انهن جي وچ ۾، شيوا، نو ورنيءَ ڪنوار جيان سينگار ڪريو، تپسيا سان ٻانهون ٻڌيو هلي رهي هئي. سندس موتين جڙيل ڳاڙهو ڳچ اُماڙين جي روشنيءَ ۾ چوڏهينءَ جي رات جيان چمڪي رهيو هو.

پوڄا گهر ۾ اڇي پيشوا ناچ جي گول نيري پنڊال تي بيني، چارئي ديوداسيون هن جي چوڌاريءَ هڪ وڏي وٿيءَ سان چونڪ ناهيو بيٺيون رهيون، شيوا ڪيتريءَ دير تائين ٻانهون ٻڌيو، بيچين نيڻن سان ڌرتي ماتا ڏي نهاريندي رهي. اماڙين جي سوجهري ۾ سندس لال گلابي چهرو ٽامي جي ڏوتل ٿانو جيان ڀڪي رهيو هو. هوءَ پاڻ بہ نهائينءَ مان تازيءَ پڪل مورتي جيان پئي لڳي. هن جي اندر جي سمور ي پيڙا ۽ آنڌ مانڌ، دم تي رکيل ديگڙيءَ جيان اُڌما کائي، سندس چهري جي ريکائن سان پڌري ٿي رهي هئي. اکين جا بند جڻ ٽٽي پيا هئس، ۽ ڳوڙهن جو درياهہ نيڻن مان چلي پيس. ... ۽ هوءَ وڻ جي ڪپيل ڏار جيان ڊرڪندي، اونڌي ٻوٿ اڇي ڪري، ۽ سڏڪا پري ڌرتي ماتا کي ٻاڏائڻ لڳي :

" او ڌرتي ماتا وڌاتا !

اڄ منهنجو من اساٽ آهي، اپاٽڪو آهي. مان هڪ ارڏي ديوتا جي پيار ۾ پڇي رهي آهيان، او ديوي، مونتي ديا ڪر!

" اڄ منهنجي من جون ساريون امنگون چرڪ پري جاڳي پيون آهن، منهنجي من ۾ هڪ مها پرلئہ برپا آهي، ۽ منهنجي جواٽي ساونڊ جي سنڌوءَ جيان اٿلڻ لاءِ آتي آهي !

## موهن جو دڙو : علي بابا

او ديوي، مون تي ديا ڪر. .... ديا ڪر !

" منهنجو من ميڻ کان ڪنئرو آهي. مان هن جي ڦوڙائي جو ڦٽ سهي نه سگهينديس. هن جي وڇوڙي جو ويراڳ مون کي ماري وجهندو. او شڪتي ماتا، او سونهن ۽ سندرتا جي ديوي، توکي پنهنجي همالا چاتين جو سوڳنڌ، مونکي پنهنجو راول ريجهائي ڏي. اڄ جي رات منهنجي اکين ۾ ڪامڻ پري چڙ. جو مان پريم پوڄيندس. اڄ جي رات منهنجي سَنڌ سَنڌ ۾ جادو جاڳائي چڙ، جو مان من مندر جي ديوتا کي هر ڪائيندس ؛ او ديوي، مون کي آگيا ڏي، مون کي شڪتي ڏي، نه ته منهنجو هانءُ ڏري پوندو، ۽ منهنجي آتما تنهنجي مندر ۾ سدائين وڳر کان وڇڙيل ڪونج جيان ڪيهون ڪندي رهندي، مون کي آگيا ڏي ديوي، مون کي آگيا ڏي.... "

هوءَ ڌرتي ماتا آڏو بيسڌ تي، سڏڪندي ۽ ٻاڏائيندي رهي، هن جي آه زاري تي مهاپوڄاري اندران ڏيوريءَ مان اٿي، هلندو، سڌو مٿان اچي بيٺو. هوءَ بيسڌ پيئي رهي، ايستائين جو ڪَتين ڪَر موڙيا، ۽ تارا، ترِ، تروڪڙيون سُهائي سرڳدام تان هڪ هڪ تي چڄڻ لڳا. سڀ پوڄارا ۽ پوڄارڻيون جاڳي ڌرتي ماتا جي شيوا ڪرڻ لڳا. سانت جي سِير ۾ گهنڊن جو پڙالو وڄڻ لڳو. سڀ پوڄارا ۽ پوڄارڻيون، ٻانهون ڦهلائي، سريلا آلاپ ڪڍي، ڌرتي ماتا آڏو سجدا گهورڻ لڳا، پر شيوا، ڪنهن ماتا جي گرڀ ۾ ستل ٻار جيان سيني ڪان بيسڌ ٿيو، سجدي ۾ پئي هئي.

ان ويل مهاپوڄاري وڏيءَ مورتيءَ اڳيان سر ڪٽي، هوريان هوريان هلندو، پنڊال تي شيوا جي مٿان اچي بيٺو، ۽ مٿانئس ڳاڙهي پٽ جي سچلين ڪوڏين ٻڌل ڳاني وراو هٿ دعا سان ڏکهيري چيائين ؛ " اي پدمڻي نينگري ! ڌرتي چا چا دان ڪري ٿي، ايءُ رڳو ديوتا جاڻن ٿا. تو ساري رات ڌرتي ماتا جي پوڄا ڪئي ۽ ڌرتي ماتا کي خوش ڪيو. اڄ جي رات تنهنجي هر منتا پوري ٿيندي. اچي، هيءَ سهاڳ جو پڙهيل ڳانو وٺ، ۽ وڃي پنهنجي پريميءَ کي جنم جنم ٻنڌڻ ۾ ٻڌي چڙ. "

اهو آواز شيوا کي جڻ پري ڪنهن پولار مان ٻڌڻ ۾ آيو. هن هوريان هوريان سجدي مان منهن مٿي ڪٽي، مهاپوڄاريءَ ڏانهن نهاريو. ڏڪندڙ قدمن سان هلندي، ڌرتي ماتا جي آڏو آئي، ۽ ڳاني وارا هٿ ٻڌي، وڏا وڏا سجدا گهورڻ لڳي. سجو پوڄا گهر گهنڊن، ٽلين، جانجهه ۽ پوڄارڻين جي ياترا جي سريلن آوازن سان گونجي ويو.

پوءِ شيوا وڏي سجدي مان اٿي، ڌرتي ماتا آڏو نوڙندي، سهاڳ جي ڳاني وارا هٿ ٻڌندي، پنيئن پيرين هلندي، چئني ديوداسين جي وچ ۾ اچي بيٺي. هن جي پنڊال تي ايندي ئي

## موهن جو دڙو : علي بابا

چئني ديوداسين پنهنجا منهن پوڃا گهر جي وڏي در ڏانهن ڦيرايا، ۽ شيوا سميت پوڃا گهر مان نڪري، ڏنڌ سان گهريل وسنديءَ جي پنيرڪن پيتين ڏانهن وڃڻ لڳيون.

رات جي ديوي، ڪنهن پرينءَ جي اوسيئڙي ۾ وينل مُنڌ جيان، تڪي چور ٿي، ستارن هاٽي شال لڙڪائيندي، ڪنڌ ڊرڪايو، اُجهاٽل اُجهاٽل پيرن سان هلندي، سڏڪندي، لڙڪ لاڙيندي ٿي وئي. پوڃا گهر جي گهنڊن جي پڙالي سان ساري وسندي سجاڳ ٿي وئي. گهر گهر جنڊ گونجارڻ ۽ ولوڙا وايون ڪرڻ لڳا. چلهين جي چتين مان دونهين جا ڪڪر، وٽ کائيندا، نچندا، اُڀ ڏانهن ڦلارجڻ لڳا. سايون سنگهارون پنهنجن ڊاين ڳاين کي ڍنگ وجهي ڏهڻ لڳيون. نوجوان نينگريون گهاگهر مٿان گهاگهر کنيو، ڇيلهين تي ٻانهن ڏيو، چاتيون ڇُلڪائينديون، پيّرن کي لٽڪائينديون، کوهن تان پاڻي ڀرڻ لڳيون. ۽ هوريان هوريان، پرهه جي پاڇاون سان، ساري وسندي ڏنڌ مان سپني جي سرڳ اجاگر ٿي آئي.

اڄ مهاويد آتم تارا اُسري رهيو هو، تنهنڪري سڀ وسنديءَ وارا پنهنجا سنها تلها ڪم سويري اُڪلائي، زالين ٻارين رنگا رنگ ويس ڪري، هن جي موڪلاڻيءَ لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا. هن جي سواريءَ لاءِ ٻن پلن ڍڳن واري چوڦيتي گاڏيءَ کي رتول جي آڏو سينگاري بيهاريو ويو هو. سندس گس ۾ پري پري تائين ڳاڙهي ۽ هيڊي مٽي ڇنڊي وئي هئي، ۽ گس جي ٻنهي پاسن کان وسنديءَ وارا قطارون ڪيو بيٺا هئا.

رتول جو سڄو ورهاندو پوڄارڻين ۽ وڏ گهراڻن سان ڀريو پيو هو. مهاويد آتم تارا، سنيري، نهي نڪي تيار ٿيو.اڄ هو اباڻڪو ٿي لڳو. اڄ هن جي من چاهيو ٿي ته هو سدائين لاءِ ان سپنن جي وستيءَ ۾ رهي پوي. شيوا سدا ڪنهن سندر سپني جي اپسرا وانگي پنهنجيءَ مور جهڙيءَ ٽور سان سندس آڏو ٽلندي رهي، ڪوئل وانگي ڪوڪندي ۽ گل وانگي مرڪندي رهي. هن جڏهن کان شيوا جو سلوڻو سروپ ڏٺو هو، هن جي اندر ۾ پيار جا ڪرٽا باک جيان ڦٽي پيا هئا. هوءَ سندس آتما تي ڇانئجي وئي هئي، جنهن جي ساهن جي سرهاڻ ۾ هو وڪڙجي الوٽ ٿي ويو هو.

ڪلهه رات کان پوءِ شيوا ڪيس ڏسڻ ۾ ڪان آئي... ائين ئي پانيو، ڄڻ ڪانئس رسي وئي هجي... ۽ هو بيچين هو. هن ويندي ويندي شيوا سان الاهي ساريون ڳالهيون ٿي ڪرڻ چاهيون، پر شيوا ته الائي ڪٿي، ڪهڙيءَ ڪنڊ ۾ لڪي وئي هئي، ۽ هو ڪالهه کان اباڻڪين اکڙين سان هن جون واٽون واجهائيندو رهيو، ان ٻار جيان، جنهن جو رانديڪو گم ٿي ويو هجي.

## موهن جو دڙو : علي بابا

" اوهان سين منهنجي شيوا ۽ آجيان ڪئي، ڌرتي ماتا انهيءَ جو اجورو اوهان کي ڏيندي. اوهان سيني تي ديوتائن جي ديا هجي ! شال اوهان جا کيت سدا ساوا ۽ آتڻ سوايا هجن ! آءُ آتم تارا، اوهان سين کي پرنام ڪيان ٿو. " ائين چئي، آتم تارا سيني کي ٻانهون ٻڌي پرنام ڪيو.

" اي مهاويج، تو کي پرنام.

اي سونمياٽيءَ جا وڏ گهراٽا، تو کي پرنام.

اي راڄ گهراٽا، تو کي پرنام.

اي دراوڙن جا دادلا، تو کي پرنام.

شال تنهنجو بخت سدا پليرو هجي،

شال سدا سک ماڻين، ڪڏهن ڪوسو واءُ نه لڳئي ! "

سڀ دايون ۽ ٻايون، پوڄارا ۽ پوڄارڻيون، سندس سر تان ٻانهون گهوري کيس دعائون ڪرڻ لڳا.

آتم تارا اباٽڪن نيڻن سان هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو رهيو، شيوا جون سڀ سرتيون هٿ ٻڌيو بيٺيون هيون، پر شيوا ڪٿي ڪا نه هئي، ماءُ کي پتڻ پيا ته مهاويد شيوا کي ڳولي رهيو آهي. سو، شيوا جي هڪ سرتيءَ کي آهستڙي چيائين " روپا، وڃ شيوا کي سڏي آءُ " پر ان کان پهرين جو روپا وڃي، آتم تارا پاڻ شيوا جي نجهري ڏانهن وڌيو. ماءُ جو مکڙو خوشيءَ کان ٻهڪي ويو، سڀ سرتيون وائڙيون ٿي هڪٻئي ڏانهن نهارڻ لڳيون.

شيوا پنهنجي سجايل ڪونيءَ ۾ جاري تي رکيل ڌرتي ماتا جي ننڍڙي مورتيءَ آڏو گوڏن ڀر پنيري بيٺي هئي، هن جو ڪنڌ جهڪيل هو.

" شيوا، " آتم تارا در تي بيهي چيو،

آتم تارا جي سڏ سان شيوا جي دل ڌڙڪي وئي، رڳ رڳ ۾ ڄڻ رباب وڄي ويو، ڄڻ ورهين کان ڪنهن ويران مندر ۾ ڪنهن پڄاريءَ اچي سنگ وڄايو هجي. پر هوءَ ڪنهن ديويءَ جي مورتيءَ جيان چُري به ڪانه. هوءَ ائين ئي پنيري بيٺي رهي.

چون ٿا جواني جادو آهي؛ سونهن جڏهن ماٿو ڪندي آهي، ڌرتي ۽ آسمان جا سمورا ديوتا اونڌي ٻوٿ جهڪي پوندا آهن. پرينءَ جي مُک کان وڌ ڪا شي سهڻي نه آهي. آتم تارا جي چپن تي هلڪڙي مرڪ اچي وئي، ۽ هو گهائل نيڻن سان ڪيتريءَ دير تائين پنيري بيٺل شيوا جو سروپ ڏسندو رهيو. هن جي ڳُنڊيل وارن جو ڪاريهر چوٽو سندس گول اُڀريل ڍاڪن تي لڙڪي رهيو هو. ديل جيان ڍرڪيل ڳچي، پريور، نرم نازڪ ٻانهن ۾

سونيون ٻانهون، ڳاڙهيءَ نٿيڙيءَ گگريءَ هيٺان سنهڙي، وٽ ڪاڏل چيلهه، ڪُهنبي، گهيردار پڙي جا پَچ... سڀ ڪجهه طلسمي ٿي لڳا. ڄڻ سپني ۾ پاٻوهيل، پيرپريندو، هو اڳتي وڌيو.
" شيوا، تو رات ڏينهن هڪ ڪري منهنجي سيوا ڪئي. ڇا، هاڻي وڃڻ ويل موڪلائڻي ٻه ڪا نه ڪندينءَ؟ "، هن جو آواز ڳورو هو.
شيوا جو من ڄڻ ميڻ وانگي وڳهري ويو نيڻن مان ڄڻ ڪا نئن ڇُلي پيس، هن ڏاڍيءَ پيڙا سان وٽ ڪائي پنهنجو منهن سڌو ڪيو، هن جي ترين تي، روپيءَ ترا ڪُڙي تي، سهاڳ جو، سچلين ڪوڏين جڙيل ڳانو رکيل هو. هن جا گلابي چپڙا ڪنهن آنڌ مانڌ ڪان ڦڙڪي رهيا هئا. نيڻ ٽمي رهيا هئا. ڪي چوڻ آکڻ ڪان سواءِ، سندس آڏو ڪنڌ ڊرڪايو، گوڏن ڀر ٻيٺي رهي. آتم تارا ٽڪ ٻڌي ڏانهس نهاريندو رهيو. هڪ اُداس مرڪ سندس چهري تي ڪڙي آئي. پوءِ هن ڏاڍي موهه ۽ نماڻائيءَ سان پنهنجي ٻانهن سندس آڏو وڌائي.
شيوا کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ اونهي ۾ ٻڏندي اچانڪ ڪنهن ڪيس ٻانهن جو سهارو ڏنو هجي. هن ڏڪندڙ هٿن سان پنهنجي پرينءَ جي ڪارائيءَ ۾ سهاڳ جو ڳانو ٻڌو. ڪَچ جو ڪوڏيون، پٽ جو ڏاڳو، جنم جنم جو ٻنڌڻ. لج کان هن جو منهن ڳاڙهو ڪُهنبو ٿي رهيو هو. خوشيءَ کان لڙڪن جون مالهائون ڳٽن تان گهورجنديون ٿي ويس. هوءَ ڊرڪنديءَ پنهنجي پرينءَ جي پيرن تي وڃي پئي، ۽ ڏاڍيءَ پيڙا سان سڏڪندي چيائين :
" ڪانڌ، ورو هيٺيءَ تان ور ڪچ، اَن جي ڦوڙائي جو ڦٽ مون کي ماري وجهندو، سهاڳ سڱ سجاڻج. آءُ ويلا ڪري اوان جون واٽون نهاريندس."
آتم تارا ٻانهن کان جهلي کيس اٿاريو :
" شيوا، تون منهنجن سپنن جي ديوي آهين. تنهنجا اي ڪجلا نيڻ، تنهنجي هن ڳنڌيل وارن جي سرهاڻ، منهنجي ساهن پساهن ۾ پئي وئي آهي. مان جيون جي هر جاڳ ۾ تنهنجو ساٿ ڏيندس. مان موٽي ايندس، شيوا، تو کي پاڻ سان ونيءَ وڃڻ لاءِ. "
آتم تارا جي هٿن جي ڇُهاءُ سان شيوا جو سڄو ڏڙ آنهلجي ويو. ٻنهي جي نيڻن ۾ پيار جو مهاساگر لهرون هڻڻ لڳو ۽ پوءِ ... ڄڻ ڪا مها پرلئہ اچي وئي، ڄڻ ڪا نئن گجگاهه ڪندي، چلندي، اچي وهندڙ نديءَ ۾ ڌوڪي پئي... ٻئي هڪٻئي کي ڀاڪرين پئجي ويا، چپ چپن سان پچي ويا. جوانيءَ جو پهريون پيار... جئن ڪا ٻلهڻ پاڻيءَ ۾ تڙپي، تئن شيوا پنهنجي پرين ۽ جي ڀاڪر ۾ وتجي سٽجي پئي ٻڌي ۽ اُبري. هن جي جسم جو سڄو رت سندس چهري تي ڊوڙي آيو هو، ۽ وڏيءَ چڪتاڻ کان پوءِ هڪدم هن جو ٻت ڊرڪي ويو، ۽ هن

## موهن جو دڙو : علي بابا

پنهنجو ڪنڌ آتم تارا جي ويڪريءَ ڇاتيءَ تي ائين ڍاري ڇڏيو، جيئن ڪو رڻ رستو، پٿڪندو، سهڪندو، اچي ڪنهن وڻ جي ڇايا هيٺ ڍهي پيو هجي.

آتم تارا ڪيس سڌو ڪري، ڏاڍ ڏيندي چيو، " شيوا، مان موٽي ايندس." ائين چئي هو ٻه ٽي پير پوئتي هٽيو، ۽ گوڏن ڀر ويهي، هٿ ٻڌي، ڪيس پرنام ڪيائين. شيوا ڊرڪي اچي سندس پيرن ۾ سر جهڪايو، ۽ آتم تارا پنهنجن پيرن ساڻ هلندو ٻاهر آيو.

سندس ڪارائيءَ ۾ سهاڳ جو ڳانو ڏسي، سڀني ستن جا منهن ٻهڪي ويا. پوڄارٽيون مرڪڻ لڳيون. سرتين وٽني شيوا جي نجهري ڏانهن ڊوڙ وڌي ته گهڙيءَ پل ۾ اڀءُ سڀ ڇا ٿي ويو.

پوءِ آتم تارا مهاپوڄاريءَ ۽ مُکي پنڊاريءَ اڳيان هٿ ٻڌي نوڙت ڪئي، ۽ ترشيماديجيءَ آڏو ويهي، سندس سينڌ چمي چيائين ؛ " جيجل، مون ۽ شيوا جنم جنم جو سانگ رچايو آ. مان شيوا کي وٽني وڃڻ لاءِ موٽي ايندس

ترشيماديجي خوشيءَ ڪان ڪپڙن ۾ نٿي ماپي، آتم تارا تان ٻانهون گهوريندي چيائين ؛

" راول، هي گهر تنهنجو آهي. شال سڀ سانگ سجايا ٿين. تون سوءِ پيرا اچيج، اسان جو اکيون ٺڏيون، شيوا تنهنجي آهي. اسان جو سڀ ڪجهه تنهنجو آهي." ائين چئي، هن آتم تارا جي نرڙ تي ٻڌل مُکٽ کي چميو.

ڪيس پلن ڊگهن واريءَ گاڏيءَ ۾ ويهاريو ويو. سندس اڳواٽي ڪندڙ، ڇئن پَلن تي وينل جوڀ جوانن پنهنجن ڏاندن کي هڪليو. ۽ انهن جي پنيان ئي سندس گاڏيءَ جا پلا ڊگها، سڱن ۾ ٻڌل ڇيرين ۽ ڇمڪن کي لوڏيندا ڇم ڇم ڪندا، گاڏيءَ کي گهلڻ لڳا. هو ٻنهي پاسن ڪان بيٺل ٻاين، ٻارڙن ۽ مڙسن کي موڪلاٽيءَ لاءِ هٿ لوڏيندو رهيو.

شيوا، پري ڪان پنهنجي رتول جي ڇت تان، سرتين سان گڏ، رنگين ڏوپ ڇٽ جي هينان بيٺي، وياڪل نيٽن سان، ڪيس پري ويندو ڏسي رهي هئي.

سونمياٽيءَ جي اُها شام ڏاڍي سونهن پري هئي.

پري، تمام پري، الهندي جي هُن پار، جتي ڌرتيءَ ۽ آسمان جو سنگم ٿئي ٿو. سونو روپو سج هيٺ پاتال ڏانهن لڙي رهيو هو. جيستائين نهار تي وئي، سائيءَ وٽڪار ۾ گهيريل سونمياٽيءَ جا رنگ رتول، محل ۽ ماڙيون، ٽڪاٽا ۽ ٽيڪاهيون، اوڏ ۽ اوڏاٽا، پوڄا پاٺ ۽ گهاٽ، جايون ۽ جهروڪ، بندر، باغ ۽ بزارون، ڪنهن پوڄاريءَ جي سرڳ جي سپني جيان جڳمڳائي رهيا هئا. سنڌو - گهاٽ تي هزارين ماڻهن جو ميڙ متل هو. رنگين پٽن ۽ ساڙهين ۾ ويڙهيل نينگريون ۽ ناريون، هر طرف ڪان پنيورين وانگر پئي پٽيون. سارو وايو منڊل

## موهن جو دڙو : علي بابا

گهندن جي گونجار، چيرين جي چمڪار، دهلن جي ڌمادم ۽ پوڄارين جي ياترائن کان پيڙن ۽ هوڙهن جا رنگين سڙهه ڍنڍ تي لٽل اُپسرائن جيان نچي رهيا هئا. هر شي سپنيهاڻي تي لڳي.

اڄ سونمياڻيءَ ۾ مهاويد آتم تارا اچي رهيو هو، تنهن ڪري سڄي سونمياڻي، مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ سميت، سندس آجيان لاءِ سنڌو - گهاٽ تي اچي هيڪاندي ٿي هئي. مهاويد کي سنڌوءَ اُڪارڻ لاءِ مهاراجا جي هنجهه – نما رنگين هوڙهي کي سينگاري، سنڌوءَ جي پرئين پار پتڻ تي بيهاريو ويو هو. ۽ سڀ سون – واسي سندس واٽون واجهائي رهيا هئا. جيئن ئي مهاويد آتم تارا جي پلن ڊڳن واري گاڏي. ڏوڙ اُڏائيندي، سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ تي آئي، تہ پوڄارين سنک وڄايا. سندس واٽ ۾ ٻنهي پاسن کان بيٺل، لڇمڻ، لڇمين ۽ وڏ گهراڻن ڪنڌ جهڪائي، هٿ ڦهلائي، ڪيس پليڪارون ڏنيون. ديوداسين ۽ پوڄارڻين مٿس گلن جي ورڪا ڪئي. سونمياڻيءَ جي مهاراجا جي ننڍي ياءُ، سورهيہ پهلوان، جڌا اڳواڻ، لڇمڻ ڄام سرواڻ، ڪٽڪ جي وڏي جٿي سان پنهنجا ڪرڳ، ڪلول، ڪتارا ۽ ٻٽڄ نوائي، ڪنڌ جهڪائي، سندس آجيان ڪئي. آتم تارا پنهنجي ننڍپڻ جي ساٿيءَ، ڄام سرواڻ، کي ڏسي خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ نٿي ماپيو. لڇمڻ ڄام سرواڻ وري بہ سندس آڳيا ۾ گوڏن پر بيهي، رڪ جهڙين سگهارين، وٺيل ٻانهن کي ڦهلائي ، ڪنڌ جهڪائي چيو، " اي سونمياڻيءَ جا مهاويد ! تون ڀلي آئين، جيءُ آئين ! اسين سڀ تنهنجيءَ آجيان ۾ سر نوايون ٿا، جو تنهنجو مان سيني لڇمڻن ۽ لڇمين کان مٿانهون آهي ۽ سونمياڻيءَ جي ديوتائن تنهنجي سر تي مهاتمائن جو ڇٽ رکيو آهي." آتم تارا بہ ٻانهون ٻڌي ڪيس پرنام ڪيو، ۽ چيائين تہ " اي سونمياڻيءَ جا ڏڳ پهلواڻ، جڌ اڳواڻ، تو کي ڏسي اسان کي خوشي ٿي آهي جو تون سونمياڻيءَ جي سرحدن جو رکوالو آهين. هن ڌرتيءَ تي ڪنهن ماءُ اجا اهڙو پٽ نہ ڄڻيو آهي، جو تنهنجي آڏو هام هڻي ! اي ڌرتيءَ جا ڏڳ، سونمياڻيءَ جا راکي ۽ ساڪي، آءُ، مون سان ڀاڪر پائي مل. تو کي ڀاڪر پائي مون کي شڪتي ملندي آهي تہ سنڌو ڪيڏي نہ سگهاري آهي." ٻئي ٻالاپڻ جا ساٿي، هڪٻئي سان ڀاڪر پائي مليا. پوءِ آتم تارا پتڻ تي آيل سيني ماڻهن ۽ مُنڊين کي هٿ لوڏي آشيرواد ڏنو، ۽ پري، نديءَ جي هن پار، سنڌو – گهاٽ ڏانهن نهارڻ لڳو، جتان هزارين آوازن جو پڙالو اچي رهيو هو. نديءَ جي هن پار جيستائين نهار ٿي وئي، سنڌوءَ جي بچاءَ بند تان سنڌوءَ گهاٽ جي رنگين ديوارن اڳيان، جاين ۽ رنگ رتولن جي ڇتين مٿان، رنگا رنگ وڳن ۾ ويڙهيل هزارها سون- واسي، زالين، مڙسين، ٻارين، سندس آجيان ۾ ٻانهڙيون لهرائي، شور مچائي رهيا هئا.

هر طرف رنگيني هئي، جڻ آسمان مان ڪنهن هزارها رنگن جا دٻا هيٺ ڌرتيءَ تي پلٽائي ڇڏيا هئا. سنڌوءَ جي اورين پر تان سونمياٽيءَ جو رنگين ڇهڇٽو پسندي، آتم تارا جو من ئي نٽي پريو. هو سڪايل اکين سان سنڌوءَ جو ڇهڇٽو ڏسندي سوچڻ لڳو، ' هيءَ سنڌوءَ هر واري نوان ڇهڇٽا ڇٽيندي آهي، روز نوان سينگار ڪندي آهي. هي سپنن جو ديس آهي. سونهن ۽ سندرتا جي وستي ۽ ديوتائن جي ڌرتي آهي. اها ڌرتي، جا ٻين سڀني کان آڳاٽين آهي، جتي سڀ کان پهرين ديوتائن جنم ورتو، جنهن کي سڀ کان پهرين ديوتائن سينگاريو، جتي سڀ کان پهرين رشين " ناد " ۽ " نگد " [8] جواستيون جهونگاريون. هي اها پلاري پونءَ آهي،جنهن مان وديا، امن ۽ سندر سپيتا جو رئون وهي نڪتيون. هي اها ڌرتيءَ آهي، جتي سڀ کان پهرين چرخو چُريو، ارٽ ۽ هر هليو، چڪر ڦريو، هيءَ ڌرتيءَ جو سرڳ آهي. سنڌوءَ ديش مهان... سنڌو ديش مهان !،

آتم تارا ڪيتريءَ دير تائين سونمياٽيءَ جو سپني سمان ڇهڇٽو ڏسندو رهيو. جيتوڻيڪ سندس ساري ڄمار سونمياٽيءَ ۾ گذري هئي، هو انهيءَ ئي ننگريءَ ۾ ڄائو ۽ نپنيو هو، انهن ئي رنگ – رتولن ۾ لڇمٽن، لڇمٽين ۽ جيڏن سرتين سان رانديون ڪندي ساماڻو هو. انهيءَ ئي سنڌو – گهاٽ جي ديوارن ۾ هزارين ماڻهن جي وچ ۾ مهاراجا ڪيس گهرائي سندس سر تي مهاتمائن جو ڇٽ رکيو هو، پر پوءِ ٻه اڄ ائين تي پاسيو، جڻ هو اڄ انهيءَ نديءَ ۽ انهيءَ ننگريءَ کي پهريون پيرو ڏسي رهيو هجي. هن جي رڳن ۾ رت جو دورو تيز ٿي ويو، جڻ ڪا ڪشش هئي جا ڪيس سنڌوءَ ڏانهن ڇڪي رهي هئي ۽ هو سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ تي اچي، ٻئي ٻانهون ڦهلائي، سنڌوءَ کي پوڄيندي چوڻ لڳو :

" او سنڌو، تون ڌرتي ماتا جي همالا ڇاتين مان مٺي امرت جي ٿڃ ڪٽي، سون – ساٽيهه ڏي، جا ديوتائن جي ڌرتي آهي، ڪير سان پريل سوئا ڳانءِ جيان رنيندي ڊوڙين ٿي، ۽ سون – ساٽيهه جي ٿرن ۾، جي ڌرتيءَ جو سرڳ آهن، ڇُلڪنڌڙ گهاگهر جيان پلٽي پوين ٿي... تنهنجو پاٽي اکٽ آهي !

" او سنڌوءَ، تون ڌرتيءَ تي سپني ندين جا مهاراڻي آهين، ستادرو، پروشني، وسنتا، گومل اسڪني، ڪڀا، اورا گيڪا، ڪرومو سويتي، گنگا، يمونا [9] سڀ تنهنجي پنيان آهن.

---

[8] "ناد" ۽ "نگد" : رگويد کان ٻه آڳاٽا ڪتاب، جن لاءِ رگويد ۾ ڄاڻايل آهي ته هڪ وڏيءَ مها پرلئہ ۾ ناس ٿي ويا

[9] اهي درياءِ، گنگا کان سواءِ، هن وقت ستلج، راوي، جهلم، گومتي، چناب، ڪابل، بياس، ڪرم، سوات ۽ جمنا جي نالن سان سڃڻن ٿا.

تون سيني جي اڳواٽي ڪرين ٿي، ڪا چرندڙ شي تنهنجي وهڪ کي نٿي رسي، تون سيني کان آڳاهين آهين.

" او سنڌو، تنهنجو پاٽي سيني ندين کان روشن ۽ اجرو آهي. تون پنهنجن چمڪندڙ تجلا ڏيندڙ لهرن ۾ سون جا ذرڙا پري، اسان جي کيتن لاءِ منن ميون ۽ سونن سنگن جو انعام آڻين ٿي. تون سيني ندين کان مهان ۽ شاهوڪار آهين [10]

" او سنڌو، او وديا جي ديوي، سڀ ديويون ۽ ديوتا تو کي پوڄين ٿا. مان تنهنجيءَ پلاريءَ پونءَ کي چمان ٿو ۽ تنهنجي پوڄ پاٽيءَ کي پرنام ڪريان ٿو. "

آتم تارا سڪ مان نوڙي، سنڌوءَ جي چمڪندڙ واريءَ کي چمي، وڏا وڏا سجدا گهورڻ لڳو سنڌس پنيان بينل پوڄارا، وڏا وڏا سنک وڄائڻ لڳا، ۽ سڀ سنڌس پنيان بيهي سنڌوءَ جي شيوا ڪرڻ لڳا. پوءِ ڪٽڪ جي جتي سنڌس اڳواٽي ڪئي ۽ هو لڇمڻ چام سرواڻ سان گڏ هلندو، پتڻ تي بيهاريل مهاراجا جي وڏي هوڙهي ۾ آيو. وانجهين ونجهه هلايا. سنڌوءَ جي ترورا ڏيندڙ ڇَر مٿان سنڌن کيتريون ڊونڊيون ۽ ٻيڙيون ڊرڪنديون، ججهي زور تي جنبنديون، سنڌوءَ جي وڏي پيٽ ۾ تار ترنديون، هن پر سنڌو – گهاٽ ڏانهن وڌڻ لڳيون. سنڌو – گهاٽ تي هزارين آوازن جو هل پيدا ٿي ويو. پتڻ تي ايندي ئي، ماڻهو مٿس مڙي ويا. هر ڪنهن کيس ويجهو کان ويجهو ٿي پسڻ چاهيو. هر اڪ  سنڌس درشن لاءِ ماندي هئي. پوڙهين سنڌس سر تان ٻانهون گهوريون، سهاڳڻين ڪِڇي ڪڇي سنڌس چَرنن ۾ گل گهوريا، ڪنوارين موهت ٿي مٿس چندن، ڪپور، سندر ۽ سرهاڻين جي ورڪا ڪئي، جوانن ٻانهون ڦهلائي، ڪنڌ جهڪائي، کيس پليڪارون ڏنيون، گلن جهڙن ٻارڙن، ڊوڙون پائي، سنڌس هٿن کي چميون ڏنيون، ۽ پوڙها ٻه سنڌس آگيا ۾ جهڪندا رهيا. آتم تارا، لڇمڻ چام سرواڻ سان گڏ، پنهنجي ناهوڪي، لوڏي سيني کي آشيرواد ڏيندو، سنڌو – گهاٽ جي وڏن ويڪرن پڪ سرن ڏاڪن تان هلندو، مٿي، وڏي ويڪري سنڌو – گهاٽ جي ديوارن ۾ آيو. هن جي ايندئي ئي سڀ لڇمڻ ۽ لڇمڻيون، پوڄارا ۽ پوڄارڻيون، ديوان داڙا، مکي، ودوان، راجاڻ، جڏ اڳواڻ، وڻجارا، وڏ گهراڻا، سنڌس آگيا ۾ پنهنجن آسڻن تان اٿي بيٺا. سارو سنڌو – گهاٽ، پليڪارن جي آواز سان گونجي ويو. رگو مهاراجا ۽ مهاراڻي، وڏي سونهري پنڊال ۾ رکيل اوچي تخت تي، پنهنجي راڄاڻي نيٺ ۽ ڏيا سان وينا هئا. ٻنهي جي سون ورنا، پٽ پٿهير وڳا، ايرنڊڙ سڄ جيان چاٽون هٽي رهيا هئا. ٻنهي جا مکڙا گلاب جيان پئي ٻهڪيا.

---

[10] سنڌوءَ جي پوڄا استتي رگويد مان ورتل آهي.

جيئن ديوتائن جي دربار ۾ وجبو آهي، آتم تارا نهايت ئي ادب سان هٿ ٻڌي، پوڄارا پير پريندو، مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ آڏو آيو، ۽ گوڏن ڀر ويهي چيو :

" اي سونمياڻيءَ جا سرواڻ، دراوڙن جا اڳواڻ، شال اوهان جو تخت سدا اوچو هجي : شال سون – ساٽيهه پرٿويءَ تي سدا سج جيان چمڪو، شال اوهان جا ڪٽ سدا ساوا، آتڻ اُجرا ۽ سڙهه سوايا هجن، جو اوهين هن ڌرتيءَ تي امن ۽ اهنسا جا ڏٽي آهيو. مان پنهنجي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ آڏو سر نمايان ٿو."

ائين چئي، هن مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ اڏو ٻانهون ڦهلائي، سر نوايو.

مهاراجا ڏاڍي پيار سان ڏانهس نهاريو، ۽ تخت تان لهي، مٿانئس ٻاجهارو هٿ ڦيري، چيائين " اي مهاتما ! تون ڀلي آئين، جي آئين، اسان جون اکيون ٺريون، اسين تنهنجي مٿيادار مُڱٽ ڪي چمون ٿا، جو اسان جي ابي، سونمياڻيءَ جي مهاراجا، جادم ديو [11]، تنهنجي سر تي رکيو، جو مهاتمائن جو نشان آهي. تون ڀلارا پير پري اسان جي آسڻ آيو آهين." مهاراجا نوڙي سندس نرڙ تي ٻڌل سونيءَ سر جي ماڻڪ کي چميو. آتم تارا جي ڪارائيءَ ۾ ٻڌل سچلين ڪوڏين جڙيل سهاڳ جو ڳانو ڏسي، خوشيءَ ڪان گد گد ٿي ويو، ۽ ڏاڍي ٻاجهه سان سندس ڳل چمندي چيائين، " اي ڳاڙها گهوٽ، هي تنهنجي هٿ ۾ سهاڳ جو ڳانو ڪنهن ٻڌو آهي؟ اسان کي ان سونهن جي ديويءَ جو نانءُ ٻڌاءِ، جنهن تنهن جي من کي موهيو؟ " مهاراڻيءَ چيو، " اسين اها لال ڪنوار پنهنجن هٿن سان تو کي پرڻائي ڏينداسين." مهاراڻي جي ڳالهه تي سڄي سٿ ۾ سس پس پيدا ٿي وئي. سڀ سندس ڪارائيءَ ۾ ٻڌل ڳاني ڏانهن نهارڻ لڳا. مهاراجا به ڏاڍو خوش ٿيندي چيو، " مهاويد آتما، تون اسان کي پنهنجي نٺيءَ ياءِ، لڇمڻ جام سرواڻ جيترو پيارو آهين. اسين پاڻ هلي ملي تنهنجو سڱ گهرنداسين. سونمياڻيءَ جي وڏي پوڄا گهر ۾ پنهنجي هٿن سان تنهنجون لائون ڏينداسين. اسان کي ديويءَ جو نانءُ ٻڌاءِ، اسان کي خوشي ٿيندي."

آتم تارا، مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ آڏو جهڪيل ڪنڌ سان چيو، " مهاراجا، شيوا ديجي اپسرا آهي. هوءَ واهوندي وسنديءَ جي مکي پنڊاري، سنمبارا جي وڏور ڌيءَ آهي."

آتم تارا جي ڳالهه تي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ هڪٻئي ڏانهن نهاري مرڪيو. مهاراجا چيو، " آتما، اسين مکي پنڊاريءَ کي سڃاڻون. هو سنمبارن جي وڏ گهراڻيءَ آکهه مان آهي. اسان ان نرتڪي نينگريءَ کي به ڏٺو آهي، هوءَ سچي به اپسرا آهي. اسين پنڊاري سنمبارا کان

---

[11] جادم : جام

شيواديجي جو سڳ پاڻ هلي گهرنداسين. هوءَ سونمياٽيءَ جي راڄ رتولن ۾ راڄ ڪندي، مهاديوين جي نت سان رهندي، اسين راڄ ۽ ڀاڳ جو در متس کولي ڇڏينداسين."

" مهاراجا ۽ مهاراٽيءَ جون وڏيون وڏيون مهربانيون."

آتم تارا ڪنڌ جهڪائي ٿورائتو ٿيو. پوڄارنين جا منهن خوشيءَ کان ڀهڪي ويا، لڇمڻ ۽ لڇميون هڪٻئي ڏانهن نهاري مرڪڻ لڳا. آتم تارا جي وهانءُ جي خبر سنڌو – گهاٽ جي اندر توڙي ٻاهر سرهاڻ وانگر پکڙجي وئي. هر طرف خوشيءَ جو هولريو مچي ويو. پوءِ مهاراجا ۽ مهاراٽيءَ، آتم تارا کي، لڇمڻ جام سرواڻ سان گڏ، هڪ ٻلي ٻڳي هاٿيءَ تي ويهاري، وڏي نت ۽ ادمبر سان راڄ رتول وني وڃڻ لڳا... سنڌو – گهاٽ کان جڻ ڪا ڇڄ نڪتي آهي. اڳيان پوڄارا ۽ پوڄارڻيون ڍنيون، سنک ۽ ساز وڄائيندا هلي رهيا آهن. انهن جي پٺيان پلن ٻگن ڏاندن تي هٿيارن پونهارن سان وينل سونمياٽيءَ جي ڪٽڪ جو هڪ وڏو جٿو آهي، انهيءَ جي پٺيان مهاراجا،مهاراٽي، لڇمڻ جام سرواڻ، مهاويد آتم تارا ۽ مهاپوڄاري جا هاٿي آهن، انهن جي پٺيان سوين پلن گهوڙن واريون رٿون ۽ ڏاند گاڏيون آهن، ۽ هزارها سون – واسين جون قطارون آهن. شام جي اوندهه ڦهلجندي ئي، سونمياٽيءَ جي وڏين ويڪرين، پڪ سرين، سهٽين سڙڪن جي ٻنهي پاسن کان گهر گهر آڏو، وک وک تي روشندانن ۾ ٻرندڙ اماڙيون کوڙيون ويون آهن. هزارين ماڻهو مهاويد جي خوشيءَ جو جشن ڏسڻ لاءِ گهرن جي درن ۽ ڇتين تي ميڙا مچائي بيٺا آهن. مهاراجا جو ساٽ جتان جتان روشن گهٽين مان گذري رهيو آهي، هزارين ٻانهون هوا ۾ لهرائجن ٿيون، خوشيءَ جي آوازن جا پڙالا گونجن ٿا، ۽ گهرن جي ڇتين تان چندن، ڪپور، سندر، چانور ۽ ڦلن جا مينهن وسن ٿا. چونڪ چونڪ جي پندالن تان نٽ – راٽيون ۽ نرتڪيون، جهمر پايو، پڙا نچايو، پنهنجين نرتڪي ادائن سان پيون هن مهمان جي آجيان ڪن. سنڌو – گهاٽ کان راڄ – رتول تائين روشنيءَ جون لاٽون آهن، دهل ۽ دمام آهن، خوشيءَ جا پڙالا آهن. هاٿي مهاراجا جو ساٽ، سپنن جي ڇڄ جيان، وڏي اشنان گهر وٽان ڦرندو، چوڏهينءَ جي رات جيان روشنين سان سجايل راڄ – رتول ڏانهن مڙي رهيو آهي. وڏي اشنان – گهر جي چوڏاريءَ، خوبصورت رنگين دِڪين تي ڪير جهڙن اڇن وڳن ۾ ويڙهيل ديوداسيون، سپنن جي اپسرائن جيان ٻانهون ڦهلايو، ڪجيو ڪجيو، مرڪيو، پيون پليڪارون ڏين. هر طرف سپني جو سمان آهي. جڻ هي جيون هڪ سندر سپنو آهي – ڪڏهن نہ ڇڄڻ وارو سپنو، ڪڏهن نہ ختم ٿيڻ وارو سپنو !

***

## 3

ان رات راڄ – سڀا ۾ وڏي محفل متي، مهاراجا ۽ مهاراڻي هٿن ۾ سونا ٻٽڇ ڪنيو، پنهنجيءَ اوچيءَ راڄ – گديءَ تي براجمان هئا. سندن هڪ پاسي ڪان اوچن آسڻن تي جُڳن جو جهونو پوڙهو مهاپوڄاري، ۽ آتم تارا وينل هئا، ته ٻئي پاسي ڪان ڪچمڻ ڄام سرواڻ ۽ مهاراجا جو ننڍو چئن ورهين جو پٽ، مهراڻ مينڊرو، وينل هئا. سڀا جي ڏکهين ديوتائن جو رنگين مورتيون اُڪريل ديوارن جي هڪ پاسي ڪان، هڪ سِڌ ۾، اونڌن گوڏن پر، سونمياڻيءَ جا لڇمڻ، مکي، ٻاوا، راڄاڻ، ودوان ۽ داڙا، ٻانهون ٻڌيو وينا هئا ته ٻئي پاسي ڪان سونمياڻيءَ جي ڪٽڪ جا اڳواڻ، راڄ – رکوال، جُنگ جواڻ ۽ جوڌا پهلواڻ وينا هئا. ساريءَ سڀا ۾ چئني پاسن ڪان ڏيئن، ميڻ ٻتين ۽ ديوان – اُماڙين جي روشني هئي. چپ چاپ هئي، بيچيني ۽ سوچ هئي. مهاراجا سڀي سٽ تان نظرون ڦيرائيندي، مهاويد آتم تارا ڏانهن نهاريو، ۽ نهايت ئي گنڀيرتا سان چيائين :

" مهاويد آتم تارا، اسين ماڻهوءَ جي اندر جو ڳُجهه ڄاڻون ٿا. تنهنجو اڪيلي سر هي پوهه جو سٽاڻو پنڌ، تنهنجي ڇهري تي هي سوچ جون ريکائون، ڪنهن ڳجهاندر ڳالهه کان خالي ڪينهن. تو کي ڀڳهه تي ڏسي، اسان کي پتڻ ٻه ته تون وڏو اهم ڪم ڪٽي آيو آهين."

مهاراجا جي ڳالهه تي سڄو سٽ آتم تارا ڏانهن نهارڻ لڳو. آتم تارا پنهنجو جهڪيل ڪنڌ متي ڪيو، ۽ مهاراجا آڏو گوڏن پر ويهي، هٿ ٻڌي، پنهنجو سر نوايو ۽ چيائين، " مهاراڄ، اوهان ۾ ديوتائن جي شڪتي آهي، اوهين سمنڊ جي پاتال جو ڳجهه ڄاڻو ٿا. مان وڏي مام پروڙي آيو آهيان. "

" اسان کي ٻڌاءِ، مهاتما، تنهنجي هر ڳالهه غور سان ٻڌي ويندي."

مهاراجا جي ڳالهه تي سڄي سڀا بيچينيءَ سان آتم تارا ڏانهن نهارڻ لڳي. آتم تارا مهاراجا آڏو پنهنجو منهن متي ڪيو، ۽ وڏي واڪ چيائين، " مهاراڄ، آريا اسان جا ويري آهن. اسان هنن سان دوستيءَ جو هٿ وڌايون يا سڱابنديون ڪريون، آريا اسان جا ڪڏهن به ڪين ٿيندا. آريا ڏينين جو مانارو آهي. انهن مان مني ماکي ڪڏهن به نه جڙندي. ڪاريهر جي ٻچي کي ڪيترو به امرت پياريو وڃي، پر هن جي واڇن جو زهر ڪڏهن به ختم نه ٿيندو."

" مهاويد، تون ڇا ٿو چوڻ چاهين؟" مهاراجا بيچين ٿيندي چيو.

## موهن جو دڙو : علي بابا

" مهاراج، تامي جو راجا ديوداسا، آرين جو سپ کان وڏو حامي آهي. هن آرين کي پروشنيءَ ۽ وستنا [12] تي پڙاءُ وجهڻ جي موڪل ڏني آهي، ان لاءِ ته هن جي ماءُ آرياڻي آهي ۽ اندرا ۽ اگني ديويءَ جي پوڄارڻ آهي. "

آتم تارا جي ڳالهه تي سڄي سٿ ۾ بيچيني ڊوڙي وئي. مهاراجا جي منهن تي به گهُنڊ پئجي ويو، ۽ نهايت ئي ڳري آواز سان چيائين، " مهاويد. ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي ؛ سونمياڻيءَ جي مهاراجا جي موڪل کان سواءِ ڪو به دراوڙ راجا اهڙو اڳرو پير نٿو کڻي سگهي !"

" مهاراج، مان چڱيءَ پيت ڄڻهه پروڙي آيو آهيان. تامي جو راجا چئن جڌ اڳواڻن کي، جي آرين جا حامي نه هئا، مارائي چڪو آهي. تامي جي ڪيترن جڌ اڳواڻن، ودوانن ۽ رکوالن کي بند جي اونداهين ڪوٺڙين ۾ پوريو ويو آهي ! "

" ايءُ جا ٿو چوين، مهاويد؟" مهاراجا ڪاوڙ مان وڏي رڙ ڪندي چيو،

" مهاراج، آريا سنڌو-ساڻيهه تي ڌاڪو ڄمائڻ جا سپنا ڏسي رهيا آهن. هو وري مهاڀاري جنگ لاءِ ڪَر ڪٽي رهيا آهن، ۽ تامي جي راجا کي پلا گهوڙا آڇيو، سوم رس جا پيالا پياريو، پٽيون پڙهائي، پروشنيءَ ۽ وستنا جي ڪنڌين تي مڪڙن جيان پڙاءُ وجهي رهيا آهن. مهاراج، اڄ آريا پروشنيءَ تائين پهچي ويا آهن ته سڀاڻي سنڌو-ساڻيهه تائين به پهچي ويندا! " ان ويل لڇمڻ ڄام سرواڻ پنهنجي آسڻ تان پڙڪو کائي اٿيو، ۽ شينهن وانگي گجگوڙ ڪندي چيائين،

" مهاراج، مان مهاويد آتم تارا جو حامي آهيان. اسين آرين کي ابن ڏاڏن کان سڃاڻون ٿا. اسين آرين تي کهڪاءُ کائي ڪين ڄام دواپي، وروونا ۽ ڪيا وارا پَٽ ڏيئي چڪا آهيون – ان لاءِ ته آريا سان وڏا وڙ ڪيا. ان جي اجوري ۾ آرين دراوڙن جي وستين سان جي هاڃا ڪيا، سي وسارڻ جوڳا نه آهن. آريا اگنيءَ جا پوڄاري آهن، جا ننگرين کي ناس ڪندڙ آهي. اوهين هنن جي اندر ۾ لوڀ، اهنڪار، ڪروڌ ۽ انياءُ جي باهه کي ڪڏهن به نه وسائي سگهندا. هو سڄڻ جي سڄي ٻانهن کائڻ وارا آهن. ٻگهڙ جي ٻچي ۾ ڪڏهن به چيلڙي وارو گُڻ پيدا نه ٿيندو. هو بيوڙا ۽ بيپاڙا آهن، ۽ اٽستريل آهن. هو اسان جا ڪڏهن به ڪو نه ٿيندا. آريا جي ائين ئي وک وڌائندا رهيا ته پوءِ سمجهو ته سنڌو-سيپتا جي پڄاڻيءَ جو سنک وڄو آهي !"

---

[12] پروشني : راوي، وستنا : جهلم

**موهن جو دڙو : علي بابا**

لڇمڻ چام سرواڻ جي ڳالهه تي ساريءَ سڀا ۾ سنسو ڦهلجي ويو، هر هڪ مُک تي ڳوڙهيءَ سوچ جون ريکائون ڊوڙي ويون. جهوني مهاپوڄاريءَ جي اکين جا ڏوڏا بہ ڪنهن ڳوڙهي ويچار کان گهُنجي ويا. هر ڪنهن جي هر دي ۾ بيچينيءَ جي لهر ڊوڙي وئي هئي.

" مهاراج، اسان کي آرين جو زور پيڇو پوندو، انهي ۾ ئي اسان جي ڀلائي آهي." هڪ مکيءَ سٺ سان اُٿي، گوڏن ڀر ويهي چيو، ۽ پنهنجي آسڻ تي ئي ويٺو رهيو.

"ٽامي جي راجا کي ڪو بہ حق نٿو پهچي تہ هو انهن دراوڙن جي وسندين جا آرين سان سودا ڪري. هن سونمياٽيءَ جي قانون جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي." هڪ جٽنگ اڳواڻ پنهنجي آسڻ تان گوڏن ڀر اٿي ويٺو.

" آريا اسان جي سندر سيپتا کي ناس ڪرڻ ٿا چاهين. اسان جو جياپو انهيءَ ۾ ئي آهي تہ آرين سان ڀاري جنگ ڪري، کين پنهنجي ملڪ مان تڙي ڪيون." هڪ نوجوان لڇمڻ پنهنجي آسڻ تي گوڏن ڀر پيٺ تي هٿ ڏيئي اٿي ويٺو

" پروشنيءَ تي پڙاءُ آرين جي وڏي ۾ وڏي سوپ آهي." پري ڪنڊ مان ڪٿان آواز آيو

" آرين سدائين اسان جي وسندين تي چٽن نهارن جيان اوناڙيون ڏئي حملا ڪيا آهن. آرين کي جڏهن بہ وجهہ مليو تہ هو وڏو ممڻ مچائيندا."

" اسين مهاويد آتم تارا ۽ لڇمڻ چام سرواڻ جا ساکي آهيون."

رکي رکي هڪبئي جي پنيان راڄ- سڀا ۾ آواز ايندا رهيا. مهاراجا هر هڪ کي غور سان ڏسندو رهيو ۽ ٻڌندو رهيو. سندس ڳوڙهيءَ سوچ ۾ ٻڏل نظرون راڄ – سڀا ۾ ويٺل هڪ هڪ رتن تان ٿينديون، مهاپوڄاريءَ چپ هو. سندس چهرو سنسان ۽ ٻت جڻ پٿر جي اهوڙيل مورتيءَ جيان پنڊ- پهڻ ٿي ويو هو. مهاراڻيءَ جو لال گلابي چهرو بہ ڪنهن انيوي ڏهڪاءَ کان ڪومائجي ويو هو. سڄيءَ سڀا ۾ جڻ موت جي ماٺ ڇانئجي وئي هئي.

" مهاپوڄاري، اوهين چپ چو آهيو؟ اوهين بہ ڪي ڳالهايو؟ مهاراجا جي ڳالهہ تي سارو سٺ مهاپوڄاريءَ ڏانهن نهارڻ لڳو.

پنڊ پهڻ جيان ويٺل جهوني مهاپوڄاريءَ هڪ اونهو ساهہ ڪنيو. سندس سنسارن ڪوٻن ۾ گهڙيل اکين ۾ جڻ ساهہ پئجي رهيو هو. ڪن لاءِ سندس ڏُکي ڇهري تي ڪا ڏکوئيندڙ، ڪسياري مرڪ، رانيات ڪندي آئي، ۽ ڇهري جي اٿاهہ گهنجن ۾ ٻڏي وئي، ۽ هو ڪمزوريءَ کان ڏڪندو پنهنجي آسڻ تان اٿيو، ۽ نهايت ئي گهگهي گڙگڙائيندڙ آواز سان

چيائين ؛ " آءُ چا ڳالهايان، مهاراج ۽ ديوتائون پنهنجي ٻاجهه ڪن. ٻاهه ۽ پاڻيءَ جو سنگم ڪڏهن به نه ٿيڻو آهي." مهاپوڄاري ڪنڌ جهڪائي چپ ٿي ويو.

مهاراجا مهاپوڄاريءَ ڏانهن نهاريندي هڪ وڏو اونهو ساهه کنيو، ۽ پنهنجي اوچيءَ راڄ – گديءَ تان اُٿي بيٺو ۽ ساري سڀا ڏانهن نهاريندي، نهايت ئي گنڀير، گجندڙ، دکي ۽ سانيتڪي آواز سان چيائين، " اسين آرين سان پڇڻ وارا آهيون ! آرين سان اسان جي جنگ آدجڳاد کان جاري آهي. اسان کي ڏک رڳو ان ڳالهه جو آهي ته ٽامي جي راجا اهڙو اڻنگو پير چو کنيو، ان لاءِ ٽامي جي راجا کي سونمياڻيءَ جي راڄ – سڀا ۾ پيش ٿيڻو پوندو. اسين آرين لاءِ سوچينداسين. اسين هن ڌرتيءَ تي جنگ نٿا چاهيون، اهنسا اسان جو ڌرم آهي، پر جي اسان کي پنهنجي جياپي لاءِ آرين سان ڪا ياري جنگ به ڪرڻي پئي ته اسين جنگ به ڪنداسين. اسين پنهنجي ديس جي بچاءُ لاءِ، پنهنجن هندورن ۾ لڏندڙ ٻارڙن لاءِ سوچينداسين. سڀاڻي رات اسين سونمياڻيءَ جي وڏي مندر ۾ سڀني ديوين ۽ ديوتائن آڏو پنهنجيءَ پياريءَ پرجا کي سنديش ڏينداسين." ائين چئي، مهاراجا پنهنجي اوچيءَ راڄ- گديءَ تان هيٺ لٿو. مهاراڻي به سندس پنيان هلڻ لڳي. ٻئي پنهنجا وڏا سونهري وڳا جهوليندا، راڄ سڀا جي اندلٺ جيان رنگين پڙچ تان هلندا، راڄ – سڀا مان وڃڻ لڳا. ساري سڀا سندن آڳيا ۾ پنهنجي آسڻن تي سر نوڙائي، سجدي ۾ پئجي وئي، ۽ سڀا جي پڄاڻيءَ جا سنگ زور زور سان وڄڻ لڳا.

***

# 4

سونمياڻيءَ مٿان چوڏس چٽائيءَ رات مور پکي جيان پنهنجا خوبصورت پک ڦهلاريا هئا. اڄ سونمياڻيءَ جي وايو منڊل ۾ گهنڊن جي گونجار، سَنکن جي ڪوءِڪار، ناد ۽ نگذ جي استتين جي جهونگار هئي. اڄ راڄ-رتول ڪان پوڄا – گهر تائين وک ک تي اُماڙيون روشن هيون، اڄ سونمياڻيءَ جي وڏي مندر ۾ ڌرتي ماتا جي انگاس بت آڏو هزارين ماڻهن جا هشام ماڪيءَ جي ماناري جيان مڙي آيا هئا. اڄ سارو سنجها سهائو مندر، اندران توڙي ٻاهڙ سوين اُماڙين ۽ ديپن جي روشنين سان ڀهه - ڀهه ٻري رهيو هو. اڄ وڏيءَ پوڄا ۽ پراٿنا جو ڏينهن هو. اڄ ديوتائن جي درٻار جو ڏينهن هو. اڄ ڌرتيءَ جي ڌٽيءَ ۽ مالڪياڻيءَ، سونمياڻيءَ جي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جون سوين پالڪيون، رٿون ۽ گاڏيون، سنجها سهائو مندر جي وڏي در آڏو اچي بيٺيون هيون. سندن آجيان ۾ قطارون ڪري، ٿولن ۾ بيٺل پوڄارين، واري واري سان پنهنجن سَنکن تي وڏي ڦوڪ ڏيئي، پنهنجا سر سندن آجيان ۾ جُهڪايا هئا، ڪين مندر ۾ وني وڄڻ لاءِ، هيڏين ساڙهين ۾ ويڙهيل، هٿن ۾ ٻرندڙ اُماڙيون جهليو بيٺل پوڄارڻين جي هڪ وڏي ٽولي سندن اڳواڻي ڪئي. مندر جي وڏي در جي ڏاڪن تي، ڳاڙهين ساڙهين ۾ ويڙهيل، هٿ ترين تي ڪنجهي جا ٿالهه ڪنيو بيٺل ديوداسين، مٿانئن گلن ۽ ڪپور جي ورڪا ڪري، ادب سان سندن اڳيا ۾ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيا.

ڊانگ ! ڊانگ ! ڊانگ !.... پوڄا گهر جا سڀ گهنڊ هڪ ئي وقت وڄڻ لڳا هئا.

" اي ماڻهو، سانت سان سجدا ڪريو، جو اڄ ڏاڄ ڌرتيءَ جا ڌٽي، سونمياڻيءَ جو مهاراجا ۽ مهاراڻي، مانا ديويءَ جي مندر ۾ پيهي آيا آهن."

" اي ماڻهو، نمي ڪمي پنهنجا سر نوايو، جو اڄ وڏيءَ پوڄا ۽ پرارٿنا جو ڏينهن آهي."

" اي ماڻهو، اگهور سجدا گهوريو، جو اڄ ديوتائن جي درٻار سڄي آهي."

سارو مندر گهنڊن، سنکن ۽ پوڄارڻين جي ياترائن جي سريلن آوازن سان گونجي ويو هو. مندر ۾ وينل هزارين ماڻهن جا هشام پنهنجي مهاراجا، مهاراڻيءَ، مهاتمائن، مهاديوين، لڇمڻن ۽ لڇمين جي آجيان ۾ سونن ڪڙن، ٻانهوٽن ۽ ڪنگڻ واريون ٻانهون مٿي آسمان ڏانهن ڦهلائي، ڌرتي ماتا جي انگاس مورتيءَ آڏو وڏا وڏا سجدا گهورڻ لڳا هئا. مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جي اڳواڻي ڪندڙ اُماڙين واريون پوڄارڻيون، پوڄارا پير پريندڻيون،

## موهن جو دڙو : علي بابا

مندر ۾ اندلٺ جيان رنگين پڙچن تان هلنديون، ڌرتي ماتا آڏو وڏي گول سونهري پنڊال جي چوڌاري گول دائري سان اچي پنڊ پهڻ جيان بيهي رهيون هيون. مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ هٿن ۾ سونا لڪڻ ڪنيو، پنهنجا پٽ پٽهير سون ورنا وڳا جهوليندا، مهاپوڄاريءَ پنيان تپسيا سان هلندا ماتا ديويءَ آڏو وڏي گول سونهري پنڊال تي اچي بينا هئا. سڀ لڇمڻ، لڇميون، مهاديون، مهاتما، جڌ اڳواڻ، راڻا ۽ رکوال، مُکي ۽ ديوان داڙا پنهنجن آسڻن تي گوڏن ڀر تپسيا سان ٻانهون ڦهلائي بيهجي ويا هئا. ساري پرجا وڏا وڏا سجدا گهورڻ ڪان پوءِ سون ڪڙن ۽ ڪنگڻن واريون ٻانهون ڦهلايو ماتا ديويءَ آڏو تپسيا سان بيٺي هئي.

هو هو.... هو.... هو هو...، پوڄارڻين سريلا آلاپ ڪدي ماتا ديويءَ جي انگاس مورتيءَ کي رنگين لوبان جو واس ڏنو هو ۽ پوڄا – گهر جي رنگين مورتون اُڪريل وڏين ويڪرين ڀهه ڀهه ديوارن ۾ چوڏس رنگين ڌوپ جو دونهون وٺ ڪائي ڦلاريو هو. ساري پوڄا – گهر ۾ هڪ عجيب سمو ٻڌجي ويو هو – جهڙو ڪنهن نو ورني پوڄارڻ جي سرڳ جو سپنو. هاها، اهو هڪ سپنو ئي هو – هن ڌرتيءَ جي سرڳ جو سپنو، هن ڌرتيءَ جي ساڻيهه جو سپنو، هن ڌرتيءَ جي اتهاس جو سپنو. ااڄ تائين، هن پولار جي هينان اهڙا پورا ناسي بادل نه ڏٺا ويا آهن. جهڙو انهيءَ رنگين ڌوپ جو دونهون.

اڄ تائين، هن آڪاس جي هينان اهڙي چانڊوڻي رات نه سجي آهي. جهڙو اهو ٻهه – ٻهه برندڙ سنجها – سهائو مندر.

اڄ تائين اوپر کي اهڙي لاک نه لڳي آهي، جهڙا اُنهن ماڻهن جا رنگا رنگ ڳاڙها ويس ۽ لال لبيس.

اڄ تائين، هن ڌرتيءَ اهڙا ڦول نه ڦلاريا آهن، جهڙا انهن موتيءَ داڻن ماڻهن جا ٻهڪندڙ سانورا سلوڻا چهرا،

اڄ تائين، ڪنهن ڍنڍ اهڙو ڪلچ نه جرڪايو آهي، جهڙو انهن ٻڙين ۽ ٻاين جي نٿن، بونن، ٻانهين، هسلين، سون ڪڙن، ڪنگڻن ۽ ڪيوٽين جو چلڪڻ ۽ چمڪڻ.

اڄ تائين، هن وايو منڊل ۾ اهڙو سُر سنگيت نه جاڳيو آهي. جهڙو انهن پوڄارڻين ۽ ديوداسين جي ياترائن جو آواز. ڊانگ! ڊانگ! ڊانگ!.... گهنڊن گونجار ڪئي هئي.

ترڙوت.... ترڙوت.... ترڙوت..... سنکن تي ڦوڪ لڳي هئي.

ان ويل. سونهري پنڊال تي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جي اڳيان گوڏن ڀر تپسيا سان وينل پوڙهي مهاپوڄاريءَ ڌرتيءَ ماتا جي انگاس مورتيءَ آڏو پنهنجا هٿ ڦهلايا هئا –

" او ڌرتي

او ماتا وڏاتا،

اڄ تنهنجي مندر ۾، ڌاج ڌرتيءَ جو ڏٽي، سونمياٽيءَ جو سرواڻ، دراوڙن جو اڳواڻ، سپت سنڌوءَ جو مهاراجا پنهنجيءَ مهاراڻيءَ سميت، پوڄارا پير پري تنهنجي آسڻ آيو آهي. اڄ ان خوشيءَ ۾ سونمياٽيءَ جا ڏهه نٽ راج ۽ پنج نٽ راڻيون جنگ ۽ امن جو ناچ ڪندا.

" او ڌرتي،

او شڪتي ماتا، وڏاتا !

سونمياٽيءَ جي مهاراجا ڪي، جو هن ڌرتيءَ تي امن ۽ اهنسا جو رکوالو آهي، سونمياٽيءَ جي پونءَ مٿان سدا سج جيان روشن رکج. اڄ سونمياٽيءَ جو مهاراجا جيڪي چوي، سو سڀاجهي ڪن سٽج ۽ سونمياٽيءَ مٿان سولو ڍارو ڍاج، جو اسان تنهنجن مندرن جا سينگاريندڙ آهيون، جو اسان هن ڌرتيءَ جي اونده جا اُجاريندڙ آهيون.

" او ڌرتي، او ماتا وڏاتا !

او جنم ورني، جنم پومي، سڀ پوڄا ۽ پڙلاوءَ تو لاءِ آهن. اسين سڀ تو ڪي سجدو ڪريون ٿا !

" ماتا ديويءَ ڪي سجدو ڪريو.... ماتا ديويءَ ڪي سجدو ڪريو ! "

ڍانگ ! ڍانگ ! ڍانگ !... ترڙوت... ترڙوت... ترڙوت...

سارو مندر گهنڊن، سنڪن ۽ پوڄارين جي آوازن سان گونجي ويو هو. مهاپوڄاريءَ، مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ پنيان ساري پرجا آسمان ڏانهن ٻانهون ڦهلائي، ماتا ديويءَ آڏو سجدا گهورڻ لڳي هئي. وڏي پوڄا پاٺ کان پوءِ مهاراجا ۽ مهاراڻي ڪي ناچ جي پنڊال جي سامهون هڪ وڏي خوبصورت تخت تي ويهاريو ويو. آتم تارا، سڀ لڇمڻ ۽ لڇميون، مهاتما ۽ مهاديويون، جڏ اڳواڻ، راڻا، مکي ۽ ديوان داڙا پنهنجن آسڻن تي ويهي رهيا هئا. ساري مندر ۾ هڪ عجيب سانت ۽ نوائي ڦهلجي وئي هئي. سڀني جون نظرون سامهون وڏي پنڊال جي پردن ڏانهن کڄيل هيون. ۽ پوءِ سارو پنڊال مڌر سنگيت ۽ ڇيرين جي ڇمڪارن سان گونجي ويو هو. وڏي ناچ ۽ ناٽڪ پنڊال جا رنگين جهالون وارا پردا ڇڪجي ويا هئا، ۽ سامهون اُڀري آيو هو هڪ وڏي محل جي آڳنڌ جو ڇهڇٽو.

ڇم... ڇم... ڇم... پوڄا گهر جي مٿانهن ڏيورن جي ڏاکن تان پنج نٽ راڻيون سورهن سينگار ڪيو، پولڪائون جرڪائيندي، پڙا لمڪائيندي، ڇيريون ڇمڪائيندي، اپسرائن جيان هيٺ پنڊال جي آڳنڌ تي لٿيون هيون. سندن مڌماتي نيڻ، ڦوهه جوانيءَ جي نشي ۾ اڌ ٻوٽيل هئا. پنج ئي ڄڻيون هڪ ئي ادا سان ڄڻ سپني ۾ هلنديون ٿي ويون.

**موهن جو دڙو : علي بابا**

مکڙن تي موھ ۽ ورونھ وراکا تي ڏنن. پنجن ئي پھرين ڌرتي ماتا ۽ پوءِ مھاراجا، مھاراڻيءَ ۽ ساريءَپرجا آڏو سر نوائي نوڙت کئي، ۽ پوءِ ڇم ڇم کنديون، نرتکي ادائن سان پنڊال تي ڊوڙون پائي، ڇھمريون ھٽي گھر ۽ گھرشتيءَ جو ڇھڇٽو ڇٽڻ لڳيون.

ڪڏھن پنجن ئي ھيج مان ڇھمريون ھنيو، وٺ ڪائيو، جنڊ پيھڻ جو ڇھڇٽو ٽي ڇٽيو، ڪڏھن ڪجيو ڪجيو، ناز سان ناڏ ڪيو، توبيءَ تي ڊوڊا تي ٽڦيائون، ڪڏھن سکياٽين سنگھارين جيان ماٿيءَ ۾ مکڻ ولوڙڻ جو نماءُ تي پسايائون، ڪڏھن پاٽياريون ٻڄي، گھاگھرون ۽ ڇاٽيون ڇلڪائينديون ٽي ويون، ڪڏھن مکڙن تي مامتا وارو موھ يري، پاٻوھيو پينگھن ڏانھن ڊوڙون پايو، پنھنجن ستل ٻارڙن کي جھومي جھومي جھولا ٽي جھلايائون، تہ ڪڏھن وري اوچتو وروھٽين جيان نکن تي ھٿ نيئي، نيٽن ۾ واجھ وجھي، پنھنجن يتارن جي اوسيئڙي ۾ واٽ نھارڻ لاءِ ڪڙيون مٿي ڪٽي، واٿون ٽي واجھايائون. پنج ئي ڇڻ ھڪڙيءَ ڪل مان نھيل ھيون، ڇڻ ھڪ ئي مالھا جا موتي ھيون، ھڪ ئي واھڻ جون ڇوليون ھيون. پير پير سان، ٻانھن ٻانھن سان، ڳاٽ ڳاٽ سان، ڇيلھ ڇيلھ سان تي ورايائون ۽ پنج ئي ڪٺ پتلين جيان خوشيءَ جو ناچ نچنديون رھيون. پير پٽ سان نٽي لڳن. سازن جو پڙالو جئين پوءِ تيئن تکو ٽي ويو.

ان ويل، پنڊال جي مٿانھن ڏيورن جي ڏاکن تان خوبصورت وڳن ۾ ويڙھيل پنج نٽ راج ھر ۽ ڏاتا کنيو، ڇم ڇم کندا ھيٺ پنڊال تي لھڻ لڳا ھئا. پنج ئي نٽ را ٽيون کين ڏسي، خوشيءَ مان ڇھمريون پائي مٿانھن ٻَلھارجڻ لڳيون ھيون. پنج ئي نٽ راج ٻھار جي مدمست مورن جيان مگن تي، ڇھمريون پائي مٿانھن يرڻ لڳا ھئا. ڪڏھن جوڙو جوڙو ٽي پاڻ ۾ پيار ۽ خوشيءَ جو اوريان گھوريان ناچ تي نچيائون، تہ ڪڏھن ڏھن ئي گڏجي پنڊال تي ڪونجن جي وڳر جيان، طرحين طرحين گول دائرا تي ناھيا. پنج ئي راج ۽ پنج ئي نٽ – راٽيون، پاڻ ۾ ڪجيو ڪجيو، ھڪٻئي تان اور گھور ٽيو، خوشيءَ جو ناچ نچندا رھيا.

ان ويل، اوچتو ئي اوچتو، ھزارين ڀيانڪ آواز ن جو شور پيدا تي ويو ھو. ڌرتيءَ جو سينو ڏکي ويو، ڇڻ ڌرتيءَ تي ھزارين نراتما لھي آيا ھجن. پنج ئي نٽ – راج ۽ نٽ – راٽيون، وائڙا تي پنڊال تي ھيڏانھن ھوڏانھن ڊوڙون پائي واجھائڻ لڳا ھئا تہ ھي ڇا جو ھُل ھلاچو آھي. ان ويل پنڊال جي مٿانھن ڏيورن مان پنج وحشي نٽ –راج، ٻاھ جو اُماڙيون ۽ ٻڄ لھرائيندا، خوفناڪ جانورن جيان ڪيڪڙات کندا، اونھاڙيون ڏيندا، ھنبوڇيون ھٽندا، ھيٺ پنڊال تي لٿا ھئا. سندن مٿن تي جانورن جون سڱ ٻڌل ھئا. ڳچين

۾ هڏن جون مالائون ۽ بت تي جانورن جون کلون اوڍيل هين، ۽ خونخوار چهرا رت سان ٿڦيل هئن. نٽ – راڻيون کين ڏسي، خوف کان ڏڪڻيون ٿي، پنهنجن ساٿي نٽ – راجن ڏانهن ڊوڙڻ لڳيون. پوءِ، ساٿي نٽ – راج کين پنهنجين ٻانهن جو سهارو ڏيئي، پنهنجي پٺيان لڪائين ٿا، ۽ وحشي نٽ-راجن جي سامهون ٿين ٿا ۽ کين پنهنجي گهر مان ٻاهر نڪرڻ جو حڪم ڏين ٿا. وحشي نٽ-راج ڪروڌ ۾ اچي، پنڊال جي چوڏاري هنبوڇيون هڻي، ٻاهيون ۽ ٻڇ لهرائيندا، گجگوڙون ڪندا، مٿن حملو ڪن ٿا ۽ کين ڌڪا ڏيئي، نٽ – راڻين کي پاڻ ڏانهن ڇڪين ٿا. نٽ-راڻيون

وحشي نٽ- راجن جي ٻانهن ۾ اچي، پاڻ ڇڏائڻ لاءِ پَر – وَس پڪيئڙن جيان ڦٿڪن ٿيون. ساٿي نٽ – راج پنهنجين نٽ – راڻين کي ڇڏائڻ لاءِ، ڇيلهين سان ٻڌل ڏاتا ڪڍي، پنڊال جي چوڏاري گهيرو ڪندا، ڦيرا پائيندا، وحشي نٽ- راجن مٿان حملو ڪن ٿا. ڏسندي ڏسندي، ڏهن ئي نٽ-راجن ۾ وڏي خوفناڪ مهاڀاري جنگ جاري ٿي وڃي ٿي ۽ پينگها ڪِريو پون. مَٽ ۽ مانوڙا اوندا ٿيو وڃن ۽ ساري پنڊال کي باھ لڳي وڃي ٿي.پنج ئي نٽ- راڻيون، جنگ جي ڌهڪاءَ کان ڇِتا ڪولي، آسمان ڏانهن ٻانهون ڦهلائي، لڪي ۽ گوڏا ڪٽيينديون، پٽڪارو ڪنديون،پنڊال جي چوڏاري ڦرنديون، گهوماٽيون ڪائينديون ٿيو وڃن. وڏيءَ خوفناڪ جنگ کان پوءِ، ساٿي نٽ-راج، پنجن ئي وحشي نٽ-راجن کي پنهنجي گهر مان هڪالي ڪين ٿا. پنج ئي نٽ-راڻيون ڪجهه دير تہ ائين ئي پنڊال جي چوڏاري گهوماٽيون ڪائينديون، چڪرائينديون ٿيون رهن. ساٿي نٽ- راج تيزيءَ سان جهمريون پائيندا، کين سهارو ڏين ٿا. پنج ئي نٽ- راڻيون جڻ سامت ۾ اچيو ٿيو وڃن. ڏھ ئي گڏجي پنڊال تي ٻرندڙ آڳ اُجهائين ٿا، مَٽ مانوڙا ۽ پينگها سڌا ڪن ٿا. نٽ- راڻين کي جڻ نئون جنم مليو آهي. مکڙن تي وري اها ساڳي مرڪ، موھ ۽ ورونهہ ڊوڙي آئي اٿن. پنج ئي، ڊيلن جيان پنهنجا ڳاٽ ناز مان لوڏي، پنهنجن ساٿين جي چوڏاري پرن ٿيون. ڏھ ئي پاڻ ۾ هڪٻئي مٿان اور گهور ٿيو. ڪونجن جي وڳر جيان طرحين طرحين دائرا ناهيو. خوشيءَ جو ناچ نچن ٿا. سازن جو پڙالو جيئن پوءِ تيئن تيز ٿيندو وڃي. ۽ پوِ ڏھ ڪٺ- پتلين جيان گول دائرو پائيندا، خوشيءَ جو ناچ نچندا، مهاپوڄاريءَ مهاراجا، مهاراڻيءَ ۽ ساري پرجا جي آڳيا ۾ ادب سان هٿ ٻڌندا، سر نوائيندا، چم چم ڪندا، تڪڙا تڪڙا پنڊال جي ڏاڪن تان گم ٿي وڃن ٿا.

ڊانگ !... ڊانگ !... ڊانگ !.... مندر جا سڀ گهنڊ يڪا گونجڻ لڳا هئا. ڪن لاءِ جڻ سارو پيٽو مواس ٿي ويو هو. ماتا ديويءَ جي مورتيءَ جيان پنڊ پهڻ ٿي ويو هو.

مهاپوڄاري جي ڇهري تي جُڳن جا گهنج ويتر گهرا ٿي ويا هئا. مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ ڄڻ سُن ۾ اچي ويا هئا. لڇمڻ ۽ لڇميون سڀ خاموش هئا. چوڏس پوڄا – گهر ۾ ڄڻ گهري سانت ۽ سوچ ٻوڙي وئي هئي. اڄ نٽ – راڻيون ۽ نٽ – راڄ پنهنجين نرتڪي ادائن سان وڏا ڳجهه ڳرهي ويا هئا، وڏيون ڳجهاندر ڳالهيون ڪري ويا هئا.

ان ويل، مهاراجا هڪ وڏو اونهو ساهه پري پنهنجي آسڻ تان بيچين ٿي اُٿيو هو. ڏيرج سان، هوريان هوريان پوڄارا پير پريندو، گول سونهري پنڊال تي آيو هو. مهاراڻيءَ به سندس پنيان هلندي، سونهري پنڊال تي اچي ماتا ديويءَ آڏو وڏي سجدي ۾ پئجي وئي هئي. سندس اڳيان گوڏن ڀر بيٺل مهاراجا، ماتا ديويءَ جي انگاس مورتيءَ آڏو ڪنڌ مٿي ڪٽي، پنهنجون ٻانهون سرڻ جيان ڦهلائي ڇڏيون هيون، ۽ ساري پوڄا- گهر ۾ سندس چنگ جهڙو گنڀير آواز گونجڻ لڳو هو :

" او ڌرتي، او ماتا وڏاتا ! تون آدجڳاد ڪان آهين، هن ڌرتيءَ تي جو ڪجهه آهي، سڀ تنهنجو ڪرشمو آهي.

" پراڻي ڪال ۾،

جڏهن اسين ڪين هئاسين،

جڏهن هن ڌرتيءَ تي خوفناڪ درندن جو راڄ هو،

جڏهن دنيا هڪ ويران جهنگ هئي،

تڏهن،

پنهنجي شيوا لاءِ،

تو پنهنجيءَ ڪنواري ڪُک مان اسان کي ڄڻيو،

۽ اسين تنهنجي سيني تي ٻاندرن جيان ٻانبڙا پائڻ لڳاسين :

اِهو اسان جي پيدائش جو اتهاس آهي.

"تڏهن اسين انگ اگهاڙا هئاسين،

تڏهن اسين وڻواند رولو هئاسين،

جانارن جيان ڪچو ماهه ۽ مڇيون کائيندا هئاسين

اِهو سڀ ناد ۽ نگد جو لکيو آهي ____

ويد انادي آهن.

" تڏهن اسين جُڳن جا جُڳ،

خوفناڪ جهنگلي جانارن ۾ ڦاتل هئاسين،

## موهن جو دڙو : علي بابا

اسين خوفناڪ سناٽي سمنڊ جي ويران ۾ قاتل هئاسين،
اسين خوفناڪ برفاني طوفانن ۾ قاتل هئاسين،
۽ اسان جي سرن مٿان پرندڙ جبلن جون وچون ڪرنديون هيون،
اسين جُڳن جا جڳ ساهه ٽڳائڻ لاءِ
سٺوپرين جاين جي تلاش ۾ نراتمائن جيان ڀٽڪندا رهياسين.
" او ڌرتي، او ماتا وڏاٽا !
تڏهن تو اسان کي سُپت سندوءَ جي واٽ سئنهائي،
جا ڳلن ۽ ڦلن جي ڦلواڙي هئي،
جنهن جي ويڙهين ۽ ولهارن ۾ ڳايون ۽ ٻڪريون،
هرڻ ۽ ڦاڙها، مينهون ۽ سهڙ ا چري رهيا هئا،
اسين ڳروهن ۾ وندجندا،
خوفناڪ جهنگ ۽ رڻ پٽ جهاڳيندا،
خوفناڪ جانورن سان جنگيون ڪندا،
آڏو لَڪ لتاڙيندا،
سندوءَ جي پلاري پونءَ تي آياسين،
جا ڌرتيءَ جو سرڳ هئي،
۽ اسان سندوءَ جي پهاڙن ۽ لڪن کي پنهنجي اوٽ ۽ اجهو بڻايو ؛
جتي امن امان هو، سک ۽ سانت هئي.
" پراڻي ڪال ۾،
هن ڌرتيءَ تي جنهن ودوان ڪڳانئون جهوپو ناهيو هو،
۽ سندوءَ ڪناري ٻج ڇٽيا هئا،
اُهو اسان جو وڏو پيءُ، شِوَ مهاراج هو،
هن ٻيک ديوتا کي پنهنجو دوست ناهيو،
۽ ان تي سواري ڪئي -----
اهو سڀ تنهنجو ڪرشمو هو ؛
۽ اسان شِو ۽ ٻيل ديوتا جي پوڄا ۽ شيوا ڪئي.
" پراڻي ڪال ۾،
هن ڌرتيءَ تي سڀ کان پهرين جنهن منڊ ڦيش ڪُتي واڻ وٽيو هو،

## موهن جو دڙو : علي بابا

ڪپهه جي گوگڙن مان سُٽ ڪتيو هو،
پنهنجو سر ڍڪيو هو،
جنهن سڀ کان پهرين گئو ماتا جي پيرن ۾ ڍِنگ ٻڌو،
۽ ڏڪندي ڏڪندي گوهن سان ٻُڪ ۾ ان جو کير پيتو،
اُها اسان جي وڏي ماءُ پاربتي هئي ؛
۽ اسان سان پاربتي ۽ گئو ماتا جي پوڄا ۽ شيوا ڪئي.
" او ڌرتي،
او شڪتي ماتا، وڌاتا !
اسين هن ڌرتيءَ تي سڀ کان اڳهانهان آهيون؛
اُهي اسين هئاسين، جن هن ڌرتيءَ تي ڌڻ ڌاريا هئا،
اُهي اسين هئاسين، جن هن ڌرتيءَ تي واڻ وٽيا ۽ سُٽ
ڪتيا هئا ۽ چرخا چوريا هئا، اُهي اسين هئاسين، جن هن
ڌرتيءَ تي گپ ۽ گاري سان ننڍڙا گهروندا ناهيا هئا،
اُهي اسين هئاسين، جن هن ڌرتيءَ تي پلن ڍڳن سان
هر جوٽيا هئا،
او ڌرتي، او ماتا وڌاتا،
هيءَ وهندڙ جل ڌارا، سنڌوءَ،
انهن ڳالهين جي راکي ۽ ساکي آهي،
تو کان ڪجهه لڪل ڪونهي؛
اِهو هن ڌرتيءَ جو اِتهاس آهي !
" او ڌرتيءَ، او ماتا وڌاتا !
هن ڌرتيءَ تي جو ڪجهه آهي،
اسان جي محنت جو ڦل آهي،
اسان هزارين سالن جي محنت ۽ جاڪڙن سان هن ڌرتيءَ تي هر جوٽيا،
سرن جا بنا ناهيا،
وڏين وڏين راڄڌانين جو بنياد وڌو،
۽ سپت سنڌوءَ جي ويران جهنگن کي ديوتائن جي ڌرتي بنائي ڇڏيو !
" او ماتا وڌاتا !

اسين اڄان بہ ويرين وچ ۾ آهيون ---
آريا اسان جا سڀ کان وڏا ويري آهن.
آريا اڌسڌريل ۽ جهنگلي آهن،
ٻُتن تي جانورن جون کلون اوڍين ٿا،
ڳچيءَ ۾ هڏن جون مالهائون پهرين ٿا،
هنن وٽ وڙهڻ لاءِ لوهي هٿيار ۽ سوراي لاءِ تکا **سيگهڙو** [13] آهن.
هو سدائين سُتي لوءِ اسان جي وسندين تي ڪاهون ڪن ٿا،
ڇتن کتن وانگي اونهاڙيون ڏيئي، اسانجين کيتين ۽ وسندين کي باهيون لڳائين ٿا.
" اسان کيئي ڀيرا آرين سان وڏيون جنگيون ڪيون،
هنن جا وڏا سردار مارياسين ۽ قيد ڪياسين،
۽ آريا اسان جي پيش پيا.
اسان کين جيئدان ڏنو،
ان لاءِ تہ اسان جو ڌرم ڪميا،
تپسيا، اهنسا، ديا ۽ دان آهي،
اسين هن ڌرتيءَ تي امن ۽ امان چاهيون ٿا،
اسان آرين ڏانهن دوستي جو هٿ وڌايو،
اسان آرين کي کيا ۽ وروونا وارا پَٽ ورهائي ڏنا،
ان لاءِ تہ آريا ديش ۾ برف پوي ٿي،
اُتي اناج نٿو لڳي ؛
اسان آرين سان وڏا وڙ ڪيا.
" او ڌرتيءَ، او ماتا وڌاتا !
آرين وري، منهن ڪڍيو آهي،
آرين وري ڪَر کنيو آهي،
آريا وري وڏيءَ ويڙهاند جون سٽون سٽي رهيا آهن،
ان لاءِ تہ آريا **اگنيءَ** [14] جا پوڄاري آهن،

---

[13] سيگهڙو : گهورا

[14] اگني : آرين جي سڀ کان وڏي ديوي يا ديوتا، جنهن هندستان تي حملو ڪري، وسيہ قوم جي ماڻهن جون وڏيون ننگريون، باهيون ڏئي، مسمار ڪري ڇڏيون هيون.

## موهن جو دڙو : علي بابا

جا آڳ جي ديوي آهي،
جا ننگريون ناس ڪندڙ آهي،
جا قلواڙيون ويران ڪندڙ آهي،
اگني ۽ آريا لوڀي ۽ اهنڪاري آهن،
هنن جي مٽي ۾ ڪروڌ ۽ جنگ پريل آهي،
هنن جون اکيون اسان جي راڄ – رتولن ۽ رنگ – محلن ۾ کُتل آهن،
هو اسان جو الهو تلهو ڀهارڻ چاهين ٿا !
" او ڌرتي، او ماتا وڏاتا !
اسان هزارين سالن جي محنتن ۽ جاڳڙن سان هن ڌرتيءَ کي سينگاريو آهي،
هنن رنگ – رتولن، راڄ – محلن ۽ راڄڌانين کي جنم ڏنو آهي
اسين جهنگلي آرين ھٿان پنھنجي سندر سپيتا کي مٿجڻ ڪو نہ ڏينداسين.
اسين آرين سان جنگ ڪنداسين !
اسين آرين سان وري وڏاندري ويڙھ ڏينداسين :
اسين وڙهنداسين، ستادرو، پروشني، وستنا، اسڪني
ڪرومر، سويتيءَ ۽ سنڌوءَ لاءِ،
اسين وڙهنداسين، هن سرڳ سمان دراوڙن جي ڌرتيءَ لاءِ،
اسين وڙهنداسين، پوڄارن ۽ پوڄارڻين لاءِ،
اسين وڙهنداسين، پنهنجن اوڏن ۽ اوسارن لاءِ،
اسين وڙهنداسين، سون ورنين سوڍين لاءِ،
اسين وڙهنداسين، پنهنجن هندورن ۾ لڏندڙ بارڙن لاءِ،
اسين جنگ ڪنداسين، هن ڌرتيءَ جي امن ۽ اهنسا لاءِ،
" او ڌرتيءَ، او ماتا وڏاتا !
اسان کي جنگ جي آگيا ڏيج،
سونمياڻيءَ مٿان سولو ڍارو ڍاريج،
۽ آرين مٿان اسان کي سوڀيارو ڪريج،
جو اسين تنهنجا پوڄارا آهيون،
جو اسين هن ڌرتيءَ تي امن ۽ اهنسا جا رکولا آهيون،
جو اسين هن ڌرتيءَ جي اونده جا اُجاريندڙ آهيون.

## موهن جو دڙو : علي بابا

" او ڌرتي، او ماتا وڏاتا !
او شڪتيءَ ۽ مُڪتي جي ديوي !
او جنم ڀومي، جنم ورني !
سڀ پوڄارا ۽ پڙلاوَ تو لاءِ آهن.
آءُ سونمياڻيءَ جو مهاراجا،
پنهنجي مهاراڻيءَ، لڇمڻ، لڇمين ۽ ساريءَ پرجا سان، تنهنجن چرنن ۾ سجدو ڪريان ٿو."

ڊانگ ! ڊانگ ! ڊانگ !.... پوڄا – گهر جا سڀ گهنڊ گڏ گونجارڻ لڳا هئا.
ترڙوت... ترڙوت... ترڙوت.... پوڄارين سنکن تي ڦوڪ ڏني هئي. چوڏس پوڄا- گهر جي ديوارن ۾ رنگين ڌوپ جي دونهين جا بادل ڦُلاريا هئا. سارو مندر پوڄارڻين جي سريلن آوازن سان گونجي ويو هو. مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ پنيان سڀ لڇمڻ ۽ لڇميون، مهاتما ۽ مهاديويون، جڏ اڳواڻ جنگي جوانڻ ۽ رکوال، مکي ۽ راڻا، ديوان ۽ داڙا، پوڄارا ۽ پوڄارڻيون، آسمان ڏانهن ٻانهون ڦهلائي، ڌرتي ماتا آڏو وڏا وڏا سجدا گهورڻ لڳا. ان رات، سڄي رات ماتا ديويءَ جي مندر ۾ ماتا ديويءَ، شِوَ ۽ پاربتي جي پوڄا ٿيندي رهي.ماڻهو پنهنجين ديوين ۽ ديوتائن مٿان پيٽون چاڙهيندا رهيا.
جُڳن کان هن ڌرتيءَ تي جنگ جو ڏونڪو وڄي رهيو آهي، وڄندو رهندو !
جُڳن کان هن ڌرتيءَ تي موت جي جنگ جاري آهي، ۽ جاري رهندي !

سونمياڻيءَ جي وايو منڊل ۾ وري جنگ جا پيڙ وڄڻ لڳا هئا. وري وڏاندر ويڙهه جو غُرغلو متو هو. هن واري ان ڌرتيءَ کي اها آڳ پنهنجي هٿان ئي لڳي هئي. ٿامي جو راجا ديوداسا، ڳُجهه ئي ڳُجهه ۾. ماٽ منيءَ سان، آرين سان ملت ٿي ويو هو. هو آرين جي مهاديوي اگنيءَ اڳيان جهڪي ويو هو، ان لاءِ ته راجا ديوداسا جي ماءُ آرياڻي هئي، ۽ اگنيءَ جي پوڄارڻ هئي. هن آرين کي ستادرو، پروشنيءَ وسستا، سويتيءَ ۽ ڪرمون جي ڌارائن تي پڙاءُ وجهڻ جي موڪل ڏئي ڇڏي هئي، ۽ آريا ٿامي جي پنجن ئي ڌارائن کي ماڪڙ جيان ورائي ويا هئا. سڀ بر پٽ، جهر جهنگ، آرين جي بيشمار گروهن ۽ ٽولن سان ڏينين جي ماناري جيان جهنجهجي ويا هئا. الائي ڪهڙي ڳالهه تي هرڪجي، الائي ڪهڙي ڏهڪاءَ کان ڏڪي، ٿامي جي راجا سونمياڻيءَ جي مهاراجا جي حڪمن جي پيڇڪڙي ڪئي هئي، ۽ ماٽ منيءَ ۾ ڌارين سان پنهنجي ڌرتيءَ جو سودو ڪيو هو. ۽ اڄ ٿامي ۽ سونمياڻيءَ جون

## موهن جو دڙو : علي بابا

سرحدون بہ اڳ تي، هميشہ هميشہ لاءِ هڪبئي کان جدا ٿي ويون هيون. ستادرو، پروشني، وسستا، سويتي، ۽ ڪرمون هميشہ هميشہ لاءِ سنڌوءَ کان ڇڄي ويون هيون. هڪ ماڻهو ڪڍهن پنهنجي ساري ڪٽنب ۽ ساري ملڪ کي لوڙهي ڇڏيندو آهي، ۽ هڪ ماڻهو ڪڍهن پنهنجي سڄي ڪٽنب ۽ ملڪ کي تاري ڇڏيندو آهي. ها، ها، جُڳن کان هن ڌرتيءَ تي ائين ٿيندو رهيو آهي. ٿامي جي راجا نہ رڳو سونمياڻيءَ جي مهاراجا جي دل آزاري هئي، لڇمڻ، لڇمين ۽ پوڄارين کي رنجايو هو، پر هن پاڻ سان گڏ سڄي سنڌوءَ کي موت جي دروازي تي آڻي بيهاريو هو. سنڌوءَ جي اڏول سپيتا جي پُڄاڻي جا سنک وڄڻ لڳا هئا. هو جي راتاها هٽندڙ ست ڌاريا آيا هئا، ڪنهن بہ ڳالهہ تان اڙي سگهيا ٿي، پنهنجن وچنن تان ڦري سگهيا ٿي. ڏينين جي ماناري مان منٽي ماکي ڪڏهن بہ نہ جڙي آهي. ٻگهڙ جي ٻچي ۾ ڪڏهن بہ ڇيلڙي وارو گُڻ نہ پيدا ٿيو آهي. باهہ ۽ پاڻيءَ جو سنگم ڪڏهن بہ نہ ٿيٹو آهي. تنهن ڪري، سونمياڻيءَ جي مهاراجا ٿامي کان سونمياڻيءَ جون سرحدون هڪدم جدا ڪري ڇڏيون هيون، سنڌوءَ جي سرحدن جي سنڀال ۽ رکواليءَ لاءِ سونمياڻيءَ جي راڄ- رکوال، لڇمڻ ڄام سرواڻ، وڏو ڪٽڪ وٺي سنڌوءَ جي سرحدن تي ڪلا کوڙي ڇڏيا هئا، حد بندي ڪري ڇڏي هئي. سونمياڻيءَ جي ڪٽڪ جا هزارين جنگي سورما، راڻا ۽ رکوال، ڪڙڳ ڪلول، ڪات، ڪرت ۽ ڀالا کڻي، سنڌوءَ جي سرحدن تي رات ڏينهن گشت ڪرڻ لڳا هئا. سونمياڻيءَ جي مهاراجا دور دور سنڌوءَ جي راڄڌانين ڏانهن پنهنجو گهوڙا ۽ ٻيڙا ڊوڙايا هئا. ساري سنڌوءَ ۾ هنڌين ماڳين جنگ جي هڪل هئي، ڊوڙون ۽ ووڙون هيون. هر طرف جنگ جو پير وڄي رهيو هو. پنهنجي ديس جي رکشنا ۽ شيوا لاءِ سنڌوءَ جي دور دور وسندين مان ڳاڙها ڳيرو، سونمياڻيءَ جي سنڌو- گهاٽ تي اچي، ڪِڙڳ ڪلول، ڀالا ۽ ٻٽڇ، ڪات ۽ کهاڙا گهڙي، ڌرتي ماتا جي وڏيءَ مورتيءَ آڏو سنڌوءَ جي مٽيءَ جو تلڪ نرڙ تي لڳائي، پنهنجن سرن جي هاڻ هٽڻ لڳا هئا، ۽ آرين سان برميچڻ لاءِ سنڌو- گهاٽ جي وڏي آکاڙي واري ميدان ۾، سکت لاءِ، ملاکڙا ۽ ٻِلهاڙا ڪرڻ لڳا هئا، هزارن جا ٿولا ناهي، ڀالن ۽ ٻٽڇين جي راند ڪرڻ لڳا هئا.

سارو سنڌو- گهاٽ جنگ جو آکاڙو بڻجي ويو هو، سنڌو- گهاٽ جي وڏي پتڻ تان روز سوين جنگي جوپ جواڻن جا هوڙها ۽ ٻيڙا، پنهنجا رنگين سڙھ جهوليندا، جهجهي زور جئندا، هِلورا کائيندا، سنڌوءَ جي سرحدن جي رکوالي لاءِ وڌڻ لڳا هئا. پنهنجي وطن جي سورهيہ سورمن، راڻن ۽ راڄپُتن، سودِن ۽ سُپر ڄامن کي پتڻ اُڪارڻ لاءِ سنڌو- گهاٽ تي هزارين ٻارڙا، ٻايون ۽ دايون، ڪنواريون توڙي سهاڳڻيون، لڇميون توڙي ديوداسيون،

پوچارٽيون توڙي آتڻ هاريون، مهاديويون توڙي لاهياريون، روز نوان نوان سينگار ڪري اچڻ لڳيون هيون. مائرون پنهنجن پٽن لاءِ، ڀينرون پنهنجن ڀائرن لاءِ، ڪنواريون پنهنجي گهوٽن لاءِ، سهاڳڻيون پنهنجن مڙسن لاءِ ۽ سُرتيون پنهنجن سَرتن لاءِ، دادلي درياهه ۾ پُڪا وجهي، سڪائون باسڻ لڳيون هيون. روز دادلي درياهه جي لهرن مٿان سُڪائن جا سهسين ديپ روشن ٿيندا هئا. جنگي سورمن لاءِ هو اوچا ڪاچ آڻيندي هيون. هر ڀينر پنهنجي ڀاءُ سان، ڪامڻي پنهنجي ڪانڌ سان، ماءُ پنهنجي پٽ سان، ۽ سُريت پنهنجي سرتي سان ڀاڪر پائي ملندي هئي. نيڻن ئي نيڻن ۾ جُڳن جون ڳالهيون ٿينديون هيون. وچوڙي ۽ ويراڳ جي لوري لڳندي هئي. ۽ پوءِ، جڏهن ناڪئا ڪوها ڪولي، سڙهه سبپاري، پڳهه چوڙي، وڏي واڪي سان هوڙهي هلائڻ جو حڪم ڏيندا هئا، ته ڪين آشيرواد ڏيڻ لاءِ هزارين ڏڪندڙ، بيچين، ٻانهين پريل، ٻانهون هوا ۾ لهرائڻ لڳنديون هيون. نيڻن جي ڳچين مان لڙڪن جا هار ڇجي، داٽو داٽو ٿي ويندا هئا. ڪيتريون مائرون، ڪيتريون ڀينرون، ڪيتريون سهاڳڻيون ۽ سُريتون، بيچين ٿي، هوڙهن پٺيان ڊوڙي پونديون هيون. هزارين آوازن جو پڙلاءُ پيدا ٿي ويندو هو.

وجو وجو، ٻُرن تي ٻج ڪريو !

وجو وجو، دشمنن سان سينا ساهيو !

وجو وجو، ويرين کي ڀالا هڻي، ڀاڪرين پئو !

وجو وجو، ڌرتيءَ جو ڪاڏو پيتو ملهايو !

وجو وجو، ماتا ديويءَ تان سر گهوريو !

سونمياٽيءَ ۾ جڏهن هڪ ڀاسي وڏيءَ ويڙهاند جون تياريون ٿي رهيون هيون، ته ٻئي پاسي وڏي ڌام ڌوم سان سونمياٽيءَ جي لڇمڻ مهاويد آتم تارا جي شاديءَ جا سانباهه ٿي رهيا هئا. سونمياٽيءَ جي سيني راڄڌانين جي راڄائن کي پنهنجن ٻيڙن ۽ گهوڙن سميت دعوت ڏني وئي هئي. اڃا سنجهي جا ستارا مس چمڪندا هئا ته سارو راڄ- رتول شهناين دهلن ۽ دمامن جي آوازن سان گونجي ويندو هو. سڄو راڄ رتول رنگا رنگ، ساڙهين، پَڙن ۽ پولڪائن سان ويڙهيل لڇمين، نازڪ نارين، پوچارڻين، ڳائڻين، نٽ- راڻين ۽ آتڻ هارين سان جهنجهجي ويندو هو. هڪ پاسي نهار ته نٽ- راڻيون ناچ پيون ڪن ۽ نينگريون دهلڙيون وڄايو سهرا ۽ لاڏا پيون ڳائين، ته ٻئي پاسي سونمياٽيءَ جون برڪ آتڻ هاريون سُٽ پيون ڪتين، گهوٽ ۽ ڪنوار جي وهاڻ جي جوڙن تي اوچا پرت پيون پرين، اوٺيون

پيون ڏين، ڪارچن تي اگِٺ، سَڳيون، جهاپا ۽ جهولٽا پيون ناهين ۽ ٽئين پاسي وري سون- ورنيون سوڊيون، پلنگن، پٽراٽين ۽ پالڪين تي وينيون،اوچا ڪاڏا ڪايو، پاڻ ۾ ڪيڪارون ڪريو، منڊل ۽ مارڪا پيون ڪن.

سج چڙهيو تي، سج، ڊريو تي. سونمياٽيءَ ۾ جنگ جي پير سان گڏ خوشيءَ جون شرنايون وڄنديون رهيون....

انهيءَ رات، دونهاتيل نُپ ۾ سَتاڙي جو چند ٻڏير ۾ هو. اج سونمياٽيءَ جي گهوٽ آتم تارا کي ستاڙي جي مينڊي لڳڻي هئي. راڄ- رتول ۾ وڏيون وڏيون خوشيون پئي ملهايون ويون. سڄي راڄ- رتول ۾ گهوٽ جون پچائون هيون. ان ويل، آتم تارا، دهلن ۽ شرناين جي آواز کان پري، سنڌوءَ- گهاٽ جي هڪ مٿانهينءَ ماڙيءَ جي ڇت مٿان، ڪجهه اُداس ۽ اوماس، الائي ڪهڙين سوچن ۾ وهلور، موڳاٽو بيٺو هو. جنگ جو پير وڄي رهيو هو. ستاڙي جو چند ٻڏ- تر ۾ هو. سنڌو-گهاٽ تي هوڙهن جا رنگين سڙهه پلن گهوڙن جيان دنگي رهيا هئا. جنگي اڪاڙي ۾ جُنگ جوان پالن ۽ ڏڦن سان هڪٻئي تي وار ڪري رهيا هئا. رنگين وڳن ۾ ويڙهيل ناريون چوڏاري سنڌو- گهاٽ پئي آيون ۽ ويون. ڪن پنهنجن جُنگ جوانن کي اوچا ڪاڏا پئي ڪارايا، ته ڪن دادلي درياهه ۾ پُڪا وجهيو پوڄا پئي ڪئي. هو بيچين نيڻن سان سنڌو – گهاٽ جي اُتانهينءَ ڇت تان اهو سيڪجهه ڏسندو رهيو. هيٺ درياهه شاهه جي بچاءُ بند تان، سونمياٽيءَ جي هڪ هارن سان جهنجهيل سهٽي گائڪا، دنبورو ۽ ڪڙتال هٿن ۾ ڪنيو، وڏي واڪي، پنهنجي اوچي آواز سان سوين ماڻهن جي ميڙ اڳيان ڳائي رهي هئي ؛

جُڳن کان هن ڌرتيءَ تي جنگ جو ڏونڪو وڄي رهيو آهي، ۽ وڄندو رهندو،
جڳن کان هن ڌرتيءَ تي موت جي جنگ جاري آهي،
۽ جاري رهندي،
هو ڏسو،
منهنجي ديس جي ڪوپن ڪانڌن پنهنجا ٻڇ هوا ۾ لهرايا آهن :
هو هن ڌرتيءَ جا پُٽ آهن،
۽ آءُ انهن جي لڄ آهيان !
هو منهنجو ننگ سجاڻيندا،
هو مون تان سر گهوريندا،
جُڳن کان هن ڌرتيءَ تي جنگ جو ڏونڪو وڄي رهيو آ،

## موهن جو دڙو : علي بابا

۽ وڃندو رهندو !
هو ست ڏاريا جڏهن ٻه ايندا،
ستون ڏيئي منهنجا ڳهٽا لاهيندا ؛
ٻانهون ڪاراين ڪان نڪري پونديون،
نڪ مان ناڪيلي وهندي، ۽ ڪن ڇڄي پوندا ؛
آءُ هن ڌرتيءَ جي ڏيءُ، دانهيان ٿي،
منهنجو ننگ سڄاڻو !
او گهاتوا ! وڄو، وڄو،
ويرين سان سينا ساهيو،
ڏڙ ڏڙن مٿان اُڇلايو،
گها گهائي گها گهائي سر گهوريو ؛
وڄو، وڄو ؛
جنگ جو ڏونڪو وڄي رهيو آهي ؛
هيءَ مرڻ مارڻ جي ويرا آهي،
ياجوڪڙ ٻڌجي، ٽري ٽارو نه ڪجو،
ڳٽي ڳٽي سيني ۾ مهميزون سهجو،
پُٺي نه ڏجو !
آءُ اوهان جي لڄ چوان ٿي ؛
او گهاتوا ! وڄو، وڄو،
ٻُرن تي ٻڄ ڪريو ؛
جنگ جو ڏونڪو وڄي رهيو آهي !
آءُ پنهنجا ڳوڙها پيي ويندس،
اوهان جي وڇوڙي جو سور سهي ويندس،
اوهان مان ڦٽبو،
آءُ ڦٽن تي لپڙيون ٻڌنديس،
اوهان مان جيڪو ڪُسبو، آءُ انهيءَ جا گيت ڳائيندس ---
منهنجا گيت انادي آهن،
آءُ سِرن جي سَين هٽان تي ؛

او گهاتوا ! وجوءِ وجوءِ
جنگ جو ڏونڪو وڄي رهيو آهي !
ڄُڳن کان هن ڌرتيءَ تي موت جي جنگ جاري آهي،
۽ جاري رهندي !

جنگ جو ڏونڪو وڄي رهيو هو. ڳهٽن سان جهنجهيل ڳائٽي، هڪ هٿ سان دنبور ۽ ٻئي هٿ سان ڪڙتال وڄائيندي، وڻجارن ڳائيندي هلندي ٿي وئي. هن جا ڪاتيءَ کان تکا اوچا سُر، اجا تائين هوائن جي چاتيءَ ۾ چير وجهندا ٿي ويا. پري پري تائين ٻچاءَ بند تان اُٻاٽڪيون، ڪجهه هيسيل ۽ هراسيل ناريون، پوڙها ۽ ٻار، اچي وڄي رهيا هئا. دادلي درياهه ۾ لُڇ پُڇ هئي. ستاڙي جو چنڊ دونهاٽيل نپ جي ساگر ۾ ٻڏ- تر هو، ۽ آتم تارا به ڪنهن گهريءَ سوچ جي ٽٻيءَ ۾ پئي ٻڏيو ۽ تريو.... ۽ پوءِ، چٽ مٿان چار ديوداسيون آيون هيون، چئني ادب سان سندس آگيا ۾ سر نوايا هئا :
" مهاديو، اوهان کي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ گهرايو آهي." آتم تارا ڪنڌ ڪٽي ڏانهن ڏنو، ۽ چپ چاپ سندن پنيان هلڻ لڳو.
سنڌو- گهاٽ جي هڪ وڏي اُتانهين جهروڪي ۾ جنگي ودوانن ۽ اڳواڻن جو ميڙو متل هو. هڪڙا آيا پئي ته ٻيا ويا پئي. ڪي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا، ڪي پٽين تي ٽنگيل وڏن وڏن رنگين پڙچن تي اُڪريل سنڌوءَ جي نقشن مٿان اُيا بيٺا، مٿاڪُٽ ڪري رهيا هئا. سونمياٽيءَ جو مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ سونهري تختن تي براجمان هئا. آتم تارا، ديوداسين سان گڏ، اُتانهينءَ ماڙ جي ڏاڪن تان لهي، وڏن وڏن پنڊالن ۽ ايوانن تان ڦرندو، مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جي جهروڪي ۾ آيو، ۽ نهايت ئي ادب سان گوڏن ڀر مهاراجا آڏو هٿ ٻڌي بيٺو. مهاراجا ڪيس ڏسي، ٻريل ۽ ڳري آواز سان چيو :
" لڇمڻ آتم تارا، هن چنڊ جي چوڏهينءَ رات تنهنجي شادي آهي. چنڊ جي ڏهين تاريخ تي ڪنواريتن جي جڄ اچڻي آهي. اڄ ستاڙي جي رات آهي. اڄ اوهان جي هٿن تي وهانءَ جي پهرين ميندي لاٿي ويندي. راڄ- رتول ۾ لڇمين اوهان کي گهرايو آهي."
مهاراجا جي ڳالهه تي لڇمڻ آتم تارا پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪيو. گنڀير ۽ نماڻي آواز سان چيائين : " مهاراج، اڄ جڏهن سونمياٽيءَ جا سڀ سورما ڀالن ۽ ٻڇن سان رانديون پيا ڪن، ته آءُ پنهنجن هٿن کي ميندي ڪيئن هڻندس؟ اها شادي پوءِ به ٿي سگهي ٿي."

آتم تارا جي ڳالهه تي مهاراجا غور سان سندس چهري ۾ نهاريندي چيو : " لڇمڻ، اوهين ڇا پيا چئو، دنيا جي ڪا به طاقت اسان جي در تي آيل خوشين جي دهلن کي موٽائي نه سگهندي. آرين سان جنگ اسان لاءِ ڪا نئين ڳالهه ڪانهي، اها جنگ جڳن کان جاري آهي. جي آرين سان اسان کي جنگ ڪرڻي پئي ته ڪنداسين. جنگ، جنگ جي ميدان ۾ ٿيندي. تنهنجي شادي به ٿيندي، تنهنجي هٿن تي ميندي به لڳندي ۽ تنهنجن هٿن ۾ ٻڇ به ڏنو ويندو. اسان اوهان جي شاديءَ ۾ ڪوٽ ديجي، ششي ٿان [15]، شيواديجي [16]، راجستان، ڪڇ پچ ۽ پاتال بندر [17] جي راجائن کي گهرايو آهي. اسين ماٺ منيءَ ۾ ساٿن کي ڳالهيون ڪنداسين. اوهين هنن ديوداسين سان گڏجي هڪيا راڇ- رتول پڇو. راڇ- رتول ۾ لڇميون اوهان جي واٽ نهاريندڻيون هونديون."

جو حڪم، مهاراج !" آتم تارا ادب سان مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ آڏو پنهنجو ڪنڌ جهڪايو، ۽ ديوداسين سان گڏجي راڇ- رتول ڏانهن وڃڻ لڳو.

امر آهي اها ڌرتي، جنهن کي پنهنجا سورهيه سرويچ پهلواڻ آهن. مَهان آهي اُها قوم، جا پنهنجي ڌرتيءَ تان پنهنجو رت ست گهوري ڇاڏي ٿي. مَر تنهن ڌرتيءَ جون مائرون مَرڪيو مرڪن، جنهن ڌرتيءَ جي سرحدن تان سينا ساهي ڇاڏن. ڀل ته تنهن ڌرتيءَ جون سهاڳڻيون ست سونهن، جن جا سهاڳ روهه رڻن ۾ دشمنن سان ڪڙڳ ڪلول ڪن ٿا. ڀل ته تنهن ڌرتيءَ جون سنگهاريون سوءِ سوءِ سينگار ڪن، جن جا سورهيه سوڍا ويرين سان راتاهي جون رانديون ڪن ٿا. ڀل ته تنهن ڌرتيءَ جون پنوهارڻيون ناچ ۽ ڳاچ ڪن، جن جا پيل پنوهار اٿل ۽ اٽموٽ آهن، ڀل ته تنهن ڌرتيءَ جون لال ڪنواريون هٿن ۽ پيرن کي مهنديون مڙهين، جن جا ڳاڙها گهوٽ سر جوٽ آهن. دنيا جي ڪا به طاقت انهيءَ ڌرتيءَ تي پنهنجو ڏاڪو ڄمائي نه سگهندي. دنيا جي ڪابه طاقت انهن سهاڳڻين جا ڳهڻا لاهي نه سگهندي. دنيا جي ڪا به طاقت انهن لال ڪنوارين جي هٿڙن تان اها مهنديءَ جي سونڌي ريتي، رنگت ڌاهي نه سگهندي. دنيا جي ڪا به طاقت انهيءَ ناچ ۽ ڳاچ جي آوازن کي دٻائي نه سگهندي، اُها قوم پهاڙن جيان پنهنجيءَ جڳهه تي اٿل هوندي آهي. جيئن ڪير ٽر کي ڏوڏي نٿو سگهجي، جيئن ڪارونجهر ۽ ڪانيوءَ کي، هالار ۽ پٻ کي، پڳي ٽوڙهي ۽ گنجي کي،

---

[15] ششي ٿان : سيستان، سيهوان، سيوهن

[16] شيوا : سوي

[17] پاتال بندر : ڪراچي، قديم دنيا جي تاريخن ۽ ڪتابن ۾ انهن ٽنهي شهرن جو نالو اچي ٿو. سبيءَ ۽ ڪوٽ ڏيجيءَ يا ديويءَ جو ڪوٽ جي قديم تهذيب موئن جي دڙي جي همسر آهي.

چوهڙ ۽ سورجاٽيءَ کي پنهنجين جڳهين تان هٽائي نٽو سگهجي، تيئن اُنهي قوم کي بہ لوڏي ۽ ڏوڏي نٽو سگهجي. پل تہ انهيءَ ڌرتيءَ جا ماڻهو جنگ ويل بہ جشن ملهائين، خوشيون ڪن. اُها قوم امر آهي، ۽ امر رهندي، اُها ڌرتي مهان آهي، ۽ مهان رهندي.

سونمياٽيءَ ۾ مهاويد آتم تارا جي وهانءَ جا وڏي ڌام ڌوم سان جشن پئي ملهايا ويا. سونمياٽيءَ جي پري پري جي راڄڌانين جا تي راجا پنهنجي راڻين، لڇمڻ، لڇمين، جڏ اڳواڻن، گهوڙن ۽ ٻيڙن سان سونمياٽيءَ ۾ اچي هيڪاندا تيا هئا.اڄ سونمياٽيءَ ۾ ڪوٽ ڏيجي جو راجا ۽ راڻي ڪنواريتن جي ڄڄ وٺي اچڻا هئا. اڄ سونمياٽيءَ جي لال ڪنوار اچڻي هئي. تنهنڪري، اڄ ساري سونمياٽيءَ نوان ويس ۽ وڳا ڪيا هئا. هزارين دايون ۽ ٻايون، طرحين طرحين هار ۽ سينگار ڪري، ڪنوار جي آجيان لاءِ سنڌو- گهاٽ تي اچي مڙيون هيون، هر طرف هزارين ماڻهن جا هشام هئا. چوڏس ميڙا ۽ منڊليون متل هيون. چونڪ چونڪ تي دهلارين دهل پئي وڄايا. نينگرين دهلارين جي چوطرف گول ڦيرا پايو، پڙا لمڪايو، ناچ پئي ڪيا. بازيگر بازيون پئي ڏيکاريون. سون ورنيون سوڍيون ۽ سنگهاريون، سنگهرون ڪريو، ڪنوار جي آجيان لاءِ سهرا ڳائي رهيون هيون. سوين پوڄارڻيون ۽ ديوداسيون ڪنوار جي سواڳت لاءِ گلن ڦلن ۽ سُرهاڻين جا ٿالهہ کنيو، اُڪنديون بيٺيون هيون. اڄ جنگي جواڻن خوشيءَ جا ڀير پئي وڄايا. چوڏس خوشيءَ جو پڙالو وڄي رهيو هو. اڄ هر مڙس جڻ گهوٽيتو تي لڳو. اڄ هر مُنڌ جڻ تہ ڪنواريتي هئي، اڄ هر نينگري ڳهڻن سان جهنجهيل لال ڪنوار تي لڳي. مهاويد آتم تارا جي وهانءَ جي خوشيءَ ۾، سونمياٽيءَ ۾ الائي ڪيتريون سڱابنديون ٿيون هيون. ڪيترين لڄوڙين نينگرين، سَچلين ڪوڏين جا ڳانا ٻڌي، پنهنجن سپنن جا گهوٽ پوڄيا هئا. اڄ ڪيترين نينگرين ڪي سندن ماءُ — پيئن پنهنجن گهوٽن سان سنڌوءَ جا سير ڪرڻ لاءِ ڇيڪ چڙي ڏنو هو، تہ جيئن پاڻ ۾ هرن مرن. ڪيڏا ناتا جڙيا هئا، ڪيترا نوان نينهن نپنا هئا، نيڻن ۽ نيڻن ۾ ڪيڏا سپنا سرجيا هئا --- ساري ڄمار ڳر لڳي جيون گهارڻ جا سپنا، هڪٻئي تان گهور جا سپنا، هن ڌرتيءَ جي نئين نسل جي اندر ۾ پيهي ڳجهہ ڳولڻ جا سپنا، هن ڌرتيءَ جي نئين نسل جا سپنا. ڪيڏيون آسون پرجيون هيون،ڪيڏيون مرادون پنيون هيون. اڄ اُها ڀاڳ ۽ سياڳ جي ديوي اچي رهي هئي، اڄ اُها روپوتي، رنگرتي، لال ڪنوار اچي رهي هئي. اڄ اُها سونمياٽيءَ جي سور جونسي سونهن جا ڏياٽي اچي رهي هئي، تنهنڪري ان ديويءَ جي درشن لاءِ دل اُڪندي هئي، هر من ماندو هو...

" هو ڏسو، اُتر ڪان سڙهہ ڪڄيا آهن."

## موهن جو دڙو : علي بابا

" هو ڏسو، جج اچي پئي."

" هو ڏسو، هوڙهن مُنهن ڪيا آهن."

ساري سنڌو- گهاٽ تي هزارين آوازن جو پڙالو پيدا ٿي ويو هو. پري، اُتر پار ڏانهن، جتي سنڌو گول دائري سان ور ڪايو نيڻ- نهار ڪان اُوجهل ٿيو ٿي وئي، سڀاون سڙهن منهن ڪيا هئا. جج جي آجيان لاءِ پوڄارين سنک تي وڏي قوڪ ڏني. جنگي جواڻن پير تي ڏونڪا هنيا، ساري سنڌو- گهاٽ تي ڊوڙ ڊوڙان لڳي وئي هئي. هر ماڻهوءَ، هر مُنڊ، هر ٻار، ڪنوار کي ويجهي کان ويجهو ڏسڻ تي گهريو. اُهي مائرون جن ٻارن کي ٿڃ پئي پياري، سي به ٻارن کي ٿڃ ڇڏائي پتڻ ڏانهن ڊوڙڻ هيون. هر طرف کان ماڻهن جو هڪ سمنڊ هو، جو پتڻ تي پلٽي پيو هو. اُتر جي سٽائي واءَ ۾، بيل ديوتا ۽ طرحين طرحين مورتيون اُڪريل هوڙهن ۽ ٻيڙن جا سڙهه، دهلن ۽ دمامن سان، نٽ ۽ ادمبر سان، سنڌوءَ جي لهرن مٿان ٽتهيرن جي پکن جيان تڪا تڪا سرڙاٽ ڪندا ٿي آيا. سين کان اڳ، پوڄارين ۽ پوڄارٽين جو هوڙهو هو. تنهن پنيان سونمياڻيءَ ۽ ڪوٽ ڏيجيءَ جي جنگي جواڻن جا اَٺ هوڙها هئا. انهن جي پنيان ڪوٽ ڏيجيءَ جي راجا ۽ راڻيءَ جو خوبصورت، رنگين هوڙهو هو، جنهن جي ڪليل پالڪيءَ ۾ ڳاڙهيءَ سيج ۽ پٽوراٽين تي لال ڪنوار، گوڏن ۾ منهن لڪايو، جُهنڊ هٽيو ويني هئي. انهيءَ جي پنيان ڪنوار جي ماءُ — پيءُ، لڇمڻ ۽ لڇمين جا هوڙها هئا. انهن پنيان سوين ڄاڃين جا هوڙها ۽ ٻيڙا هئا. اُتر جي سٽائيءَ واءَ ۾ سڄاڻ ناڪئا هڙني هوڙهن کي سهڻي نموني هڪبئي پنيان، هڪ سنگهر سان، هنجهن جي وڳر جيان هلائيندا ٿي آيا.

اي لال ڪنوار تون پلي آئينءَ !

اي ڀاڳ ۽ سهاڳ جي ديوي، تون جيءُ آئين !

شال تنهنجو مان سدا مٿانهون هجي !

شال سدا اوچو چوڙين ۽ ماٽين !

شال سدا سونمياڻيءَ جي راڄ- رتولن ۾ پنهنجي ور سان سڪياڻي هجين !

ڪنوار جي آجيان لاءِ هزارين ٻانهين- پريل ٻانهون لهرايون هيون. سون ڪڙن ۽ ڪنگڻن وارا هٿ ڪڇيا هئا. سونمياڻيءَ جو مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ ڪوٽ ڏيجيءَ جي راجا ۽ راڻي، ڪنوار ۽ ڄاڃين جي آجيان لاءِ، پنهنجي ديس جي راجا ۽ ٽنهي مهمان راجا ۽ راڻين، مهاپوڄاري.لڇمين ۽ لڇمڻ، ۽ گهوٽ ساڻ، سنڌو- گهاٽ جي مٿانهين ماڙين تان لهي،

هيٺ پٽڻ تي آيا هئا. سڀ ڪان پهرين ڪوٽ ديجيءَ جي راجا ۽ راڻيءَ جو هوڙهو پٽڻ سان لڳايو ويو هو. ڪوٽ ڏيجيءَ جي راجا ۽ راڻيءَ، پٽڻ جي وڏن ڏاڪن تي پير رکندي ئي، سونمياڻيءَ جي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جي آڳيا ۾ پنهنجا ڳاٽ هيٺ ادب سان جهڪايا هئا. سونمياڻيءَ جي مهاراجا ڏاڍي سِڪ ۽ اُتساهه مان ڪوٽ ديجيءَ جي راجا کي آشيرواد ڏيندي چيو :

" اي ڪوٽ ڏيجيءَ جا سرواڻ ۽ اڳواڻ، تون ڀلي آئين، جي آئين، اسان جون اکيون ٺٺيون. اسين پنهنجي ديس جي ٺنهي مهمان راجائن ۽ راڻين، مهاپوجاريءَ، لڇمڻ ۽ لڇمين ۽ ساريءَ پرجا طرفان اوان جي راڻيءَ ڪنوار، ڪنوار جي ماءُ پيءُ ۽ ساريءَ ڄڃ کي آشيرواد ڏيون ٿا جو اوين وڏا وڙ ڪري اسان جي آسڻ آٽيا آهيو."

" اي ڏيج ڏرتيءَ جا ڏٽيءَ، سونمياڻيءَ جا سرواڻ، دراوڙن جا اڳواڻ، شال اوهان جا ڪيت سدا ساوا، اَتڻ اُجرا ۽ سڙهه سوايا هجن. ايڏي شان ۽ مان لاءِ وڏا پال اوان جا، جو ٻانهي جو ايڏو قدر ڪيو اٿو. شال سدا سونمياڻيءَ جي پونءَ مٿان سورج جيان چمڪو، جو اسان جو مان ۽ مرتبو اوان جي دم سان آهي."

ڪوٽ ڏيجيءَ جي راجا ۽ راڻيءَ هڪ ڀيرو وري پنهنجي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ آڏو سر نوائي نوڙت ڪئي. مهاراجا راجا سان، ۽ مهاراڻيءَ راڻيءَ سان ڀاڪر پائي مليا. پوءِ لڇميون لال ڪنوار کي مهاراجا ۽ مهاراڻي آڏو وٺي آئيون. گُهنبي جُهنڊ ۾ لال ڪنوار ڏسي، مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ پيار مان ڪيس سيني سان لڳايو. مهاراجا ڏاڍي پيار مان جُهنڊ ۾ ٻيٺل ڪنوار جو مٿو چُمندي چيو : " اي لال ڪنوار، تون ڀلي آئينءَ، جيءَ آئين ! شال سدا سنگهارين سٽ ۾ سونهين، سون روپي سان رانديون ڪرين. اسان تنهنجي گهوٽ سان جي وچن ڪيا آهن، سي سڀ پارينداسين. تون سونمياڻيءَ جي راڄ- رتولن ۾ مهاديوين جي ٺٺ سان رهندينءَ. اسان جي راڄ ۽ ڀاڳ جا در سدا تو لاءِ ڪليل هوندا، جو تون هڪ مهاتما جي مڱ آهين."

جُهنڊ ۾ ٻيٺل ڪنوار مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جي آڳيا ۾ سر نوائي نوڙت ڪئي. پوءِ مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ وڏي قرب ۽ پيار سان ڪنوار جي ماءُ — پيءُ سان مليا، ۽ سونن لڪڻن، سون ڪڙن ۽ ڪنگڻن وارا هٿ ڦهلائي ساريءَ ڄڃ کي آشيرواد ڏنو.

پوءِ ڇا هو، هر طرف کان خوشيءَ جي آوازن جو هولريو مچي ويو هو. سنگهارين ۽ سوڍين جي لاڏن ۽ سهرن جي آوازن سان گڏ، ڪنوار ۽ ڄڃ مٿان هزارين گلن ڦلن ۽ ڦوٽن

جي مينهن وٺا هئا. ڪپور، ڪٿوريءَ ۽ طرحين طرحين سرهاڻين جي ورڪا ٿي هئي. هزارين هوليءَ جارنگ رليا هئا.چٽ چِٽان ٿي هئي....

۽ پوءِ، جڏهن مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ چئني راجائن ۽ راڻين سان ڪنوار ۽ جڄ ڪي وٺي، مٺي سنڌوءَ جي وڏي ويڪري بچاءَ بند تي آيا، تہ سنگهرون ڪري بينل پوڄارين ڪنوار جي آجيان ۾ سنک وڄايا. سونمياڻيءَ جي هٿياربند ڪٽڪ جي، سوين سنگهرون ڪري بينل، جنگ جواڻن پنهنجا ڪڙڳ ڪلول، ڀالا ۽ ٻڇ هوا ۾ لهرائي، واڳونءَ جي کلن واريون ڍالون ڪاٽن، ڪرٽن ۽ کهاڙن سان وڄائي وڏي دٻدٻي، نٽ ناڻگر سان ڪنوار جي سلامي ڀري.... ۽ پوءِ، مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ ڪنوار کي جهاڀن ۽ جهولٽن جڙيل، موتين ۽ ڪوڏين مڙهيل، وڏيءَ رنگين پالڪيءَ ۾ ويهاري راڄ- رتولن ڏانهن هلڻ لڳا هئا.

انهيءَ شام سنڌو-گهاٽ تان دهلارين، ناچڻين، پوڄارين ۽ پوڄارٽين ۽ جنگي ڪٽڪ جي وڏي جٿي سان، وڏي ساز ۽ آواز، ڌام ڌوم سان، سپنن جي جڄ هلي هئي. پالڪين پٺيان پالڪيون هيون. هاٿين پٺيان هاٿي هئا. رٿن پٺيان رٿون هيون. بيل گاڏين پٺيان بيل گاڏيون هيون. ماڻهن پٺيان ماڻهو هئا. وڏي ساز ۽ آواز، هُل ۽ هاڳامي سان، سپنن جي شهر ڏانهن جڄ هلي هئي.

اهو سنڌو- گهاٽ جو تجب ڇهڇٽو هو، جڏهن ڪنوار کي راڄ- رتولن پڄائڻ لاءِ سڀ ماڻهو جڄ پٺيان خوشيون ملهائيندا، هڪ هڪ تي هليا ويا هئا، ۽ ساري سنڌو- گهاٽ تي نوائي ڦهلجي وئي هئي.... رڳو بيل ديوتا، واڳونءَ ۽ گنڊرن جون شڪليون اُڪريل هوڙهن ۽ ٻيڙن جا رنگين سڙهہ ڏاڍيءَ گنڀيرتا سان جُهلي رهيا هئا. سنڌيا جي رنگن ۾ وهنتل سهائي سنڌوءَ جي سائيري پاڻيءَ ۾ رڳو پوڄا جا گل، ڦرڦوٽا ۽ ڦل تري رهيا هئا. ڌرتيءَ تي رهجي ويا هئا ڳاڙها، هيڊا، ڪرمچي، نيرا، گلابي ۽ لياري رنگ، ۽ واءَ ۾ رهجي وئي هئي ڪٿوريءَ جي خوشبو !

***

# 5

او جڳاٽو، وياءَ جي واڌاري جو جڳاٽو هو. اهو جڳاٽو هو، جنتي ديويءَ جي پوڄا جو، لِنگ جي پوڄا جو، شِوَ ۽ پاربتيءَ جي پوڄا جو، وڏا سوڻ سات ڪري، گهوٽن ۽ ڪنوارين جي پوڄا جو، وڏيون سُڪائون باسي، نئين بري اُپائڻ جو... نہ تہ شايد اڄ هن ڌرتيءَ تي ڪجھ بہ نہ هجي ها --- نڪو پانڌي، نڪو پيچرو.

سپنا سپنا سنڌوءَ مٿان چوڏهينءَ جو چنڊ چڙهيو هو. ٿم — ٿم ڪندا تارن جا ڪوڙين ڏيئا ٻريا هئا. اڄ مهاويد آتم تارا جي وهانءَ جي رات هئي. اڄ گهوٽن ۽ ڪنوارين جي پوڄا جي رات هئي. اڄ ڪيتريون نينگريون پنهنجن سپنن جي سپرين ڪي سهاڳ جا ڳانا ٻڌي، گهوٽ پوڄينديون. اڄ وڏا لايا سجايا ٿيڻا هئا. اڄ وڏي پلاري رات هئي. اڄ ساري سونمياٽيءَ انيڪ اُماڙين جي روشنين سان ٻھ ٻھ ٻري رهي هئي. گهر گهر سوين ديپ روشن هئا. اڄ ڳليءَ ڳليءَ ۾، چونڪ چونڪ تي نينگريون نچي رهيون هيون. اڄ گس گس تي، گهاٽ گهاٽ تي، ڪنوارين جا هار سينگار ۽ ڏيج پئي ڏيکاريا ويا. راڄ- رتول ڪان ماتا ديويءَ جي مندر تائين روشنين جي ڪيرڏار ڦهليل هئي، سارو وايو منڊل گهنڊن ۽ سنکن جي آوازن سان گونجي رهيو هو. اڄ ماتا ديويءَ جي مندر اڳيان هزارين ماڻهن جا ميڙ هئا. سوين رٿون، پالڪيون ۽ بيل- گاڏيون هيون. اڄ ماتا ديويءَ جي مندر ۾ اندر وڃڻ لاءِ ماڻهن جو ڪو ڳهڻ ئي ڪو نہ چڙيو هو. اڄ وڏو پوڄا ۽ پرارٿنا جو ڏينهن هو — جنتي ديويءَ جي پوڄا جو، لِنگ جي پوڄا جو، شِوَ ۽ پاربتيءَ جي پوڄا جو، گهوٽ ۽ ڪنوار جي پوڄا جو.

ان رات، ماتاديويءَ جي سوين پوڄارين ۽ پوڄارٽين جي ياترائن سان گڏ، وڏا گهنڊ گونجاريا هئا، سنک وڳا هئا. سهسين سرهاڻين جي ورڪا ٿي هئي، رنگين ڌوپ ڦلاريا هئا. مهاپوڄاريءَ، مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ، گهوٽ ۽ ڪنوار پنيان، ڌرتي ماتا آڌو ناد ۽ نگد جي جهونگارن سان، وڏا سجدا گهوريا وياهئا. وڏي پوڄا پاٺ ڪان پوءِ، مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ ڪي ڌرتي ماتا جي سامهون اونچي سونهري تخت تي ويهاريو ويو هو. سڀ راجا- راڻيون پنهنجن تختن تي ويهجي ويا هئا. سڀ لڇمڻ ۽ لڇميون، مُکي جُڌ اڳواڻ، رکوال، ديوان داڙا، پانڌت ۽ ڪيرت، ۽ ساري پرجا پنهنجين پنهنجين جڳهين تي ويهجي وئي هئي. ماتا ديويءَ جي انگاس مورتيءَ آڏو، گول سونهري پنڊال تي، ڳاڙهيءَ ستارن جڙيل سيج مٿان، رڱو ڳاڙهن پٽ پٿهير وڳن ۾ ويڙهيل، گهوٽ ۽ ڪنوار رهجي ويا هئا. ٻنهي جي مٿان

سونن ڦلن سان جڙيل ڳاڙهي پٽ جا شالودا هئا. ٻئي ماتا ديوي آڏو ٻرندڙ مچ جي سامهون، هڪبئي کان ٿورو وٿيرڪا، گوڏن ڀر، تپسيا سان ٻانهون ٻڌيو بيٺا هئا. گهوٽ ۽ ڪنوار کان اڳيرو، ڌرتي ماتا جي انگاس مورتيءَ آڏو، تپسيا ساڻ گوڏن ڀر بيٺل مهاپوڄاريءَ پنهنجيون ٻئي ٻانهون ڦهلائي ڇڏيون هيون، ۽ ساري مندر ۾ سندس گنڀير آواز گونجڻ لڳو هو :

" اوڌرتي، او ماتا وڌاتا !

خوش ٿي،

اڄ تنهنجي مندر وهاڻ‌ءَ جي رات سڄي آهي :

هن ڌرتيءَ تي، وهاڻ‌ءَ جي رات کان وڌ ڪا ڀلاري رات ڪانهي،

هن ڌرتيءَ تي، گهوٽ ۽ ڪنوار جي سنگم کان وڌ ڪا پوڄاري ڳال ڪانهي.

او ڌرتي، او شڪتي ماتا!

اڄ تنهنجي مندر ۾ وڏا لايا سڄايا ٽيٽا آهن،

اڄ وڏي ڀاڳ ڀري رات آهي،

اڄ پانڊت جو پڙهي، سوا اگهائيج،

۽ هن گهوٽ ۽ ڪنوار مٿان سدا ٻاجهه ٻيلاٽي ڪج، جو انهن جو ٻهريون ٻار، تنهنجي مندر جو مهاپوڄاري ٿيندو.

او ڌرتي، او ماتا وڌاتا !

سڀ پوڄا ۽ پڙلاوَ تولاءِ آهن،

سڀ ساز ۽ آواز تو لاءِ آهن."

ائين چئي، مهاپوڄاريءَ ڌرتي ماتا آڏو ٿي وڏا سجدا گهوريا، ۽ هلندو، گهوٽ ۽ ڪنوار جي اڳيان ٻرندڙ باهه جي مچ جي سامهون اچي بيٺو. سوٽن ۽ سانن جي سامان جا ٿالهه ۽ گلن ڦلن ۽ سرهاڻين جا ڇڄ ڀري بيٺل پوڄارٽيون، مهاپوڄاريءَ جي ويجهو آيون. ڪا دير ته مهاپوڄاريءَ وهاڻ‌ءَ جي استٽنيون پڙهندو، گهوٽ ۽ ڪنوار مٿان گلن ۽ ڦلن جي ورڪا ڪندو رهيو، ۽ پوءِ گهوٽ جي اڳيان بيهي اوچي آواز چيائين :

" گهوٽ وچن ڪري ته هو سڄي ڄمار پنهنجي ڪنوار سان سچو رهندو."

ڳاڙهي وڳي ۾، موڙن جڙيل گهوٽ، جهڪيل ڪنڌ سان چيو :

" آءُ آتم تارا، پٽ پونءَگر سمبارا، پنهنجي مهاراجا، مهاراڻيءَ، سيني راجائن ۽ راڻين، لڇمڻن ۽ لڇمين ۽ ساري سٽ آڏو وچن ڪريان ٿو آءُ سڄي ڄمار پنهنجيءَ ڪنوار سان سچو رهندس، سدائين ڪيس پنهنجي ساهه سان سانديندس، ڪڏهن ڪيس مَتو نـه گهرندس."

" ڪنوار وچن ڪري" مهاپوڄاريءَ جو ڳورو آواز وري گونجيو.

ڪُهنبي جُهنڊ ۾ اٽاڪي چرپر ٿي، ۽ ڪنوار هٻڪندي چيو :

" آءُ شيوا ديجي، ڏيءَ مکي پندي سمبارا، ماتا ديويءَ جي مندر ۾ پنهنجي مهاراجا، مهاراڻيءَ، سيني راجائن، راڻين ۽ ساري سٽ آڏو وچن ٿي ڪريان ٿي تـه پنهنجي گهوٽ سان سدا سچي رهنديس. مان پنهنجيءَ ڪُک مان هن لاءِ گلن جهڙا ٻار ڄڻينديس، ۽ راتين جون ننڊون ڦٽائي، ساري ڄمار پنهنجي ور ۽ ٻارن جي شيوا ڪندس، آءُ ساري ڄمار پنهنجي ور مٿان گهوري ويندس."

ڇڻ جلترنگ وڄي ويو. ڪنوار جي ڳالهه تي لڇمين ۽ ڪنوارين نينگرين ۾ ٺهڪڙو مچي ويو. سڀ راجا ۽ راڻيون هڪٻئي ڏانهن نهاري مُرڪڻ لڳا. مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جا مُکڙا ٽهڪي ويا. ساري مندر مان هر طرف ڪان واڌاين جون وايون ورڻ لڳيون. آوازن جون هولريو پيدا ٿي ويو. گهوٽ ۽ ڪنوار مٿان پوڄارڻيون ۽ ديوداسيون گول دائرو پائي، گلن جي ڇٽ- ڇٽان ڪرڻ لڳيون. نارين جي لاڏن جي آوازن سان سارو مندر گونجي ويو....

۽ پوءِ مهاپوڄاري، تکي منهن واري ڇُري هڪ پوڄارڻ جي ٿالهيءَ مان ڪٽي، گهوٽ ۽ ڪنوار جي آڏو آيو. گهوٽ ۽ ڪنوار ڳاڙهن وڳن مان هٿ ٻاهر ڪڍي ڏانهنس وڌيا. مهاپوڄاريءَ گهوٽ ۽ ڪنوار جي هٿن جي آڱوٺن کي ڇهبڪ ڏيئي، ٻنهي جي رت سان ٻڌل آڱوٺن کي هڪٻئي سان ملايو. پوءِ مهاپوڄاريءَ، سندن پنيان بيهي، گهوٽ ۽ ڪنوار جي اجرڪن جي پلون کي ڳنڍ ڏيئي، سدا لاءِ کين جيون جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌي ڇڏيو هو -- ۽ ساري مندر ۾ سندس آواز گونجڻ لڳو هو :

" او ڌرتي، او ماتا وڌاتا !

خوش ٿي،

اڄ تنهنجي مندر ۾ هنن گهوٽ ۽ ڪنوار، پنهنجن ابن ڏاڏن جي ريت رکي،

هڪٻئي کي پنهنجايو آهي.

خوش ٿي جو اڄ هي ٻئي هڪ رت، هڪ جان، هڪ جُسو ٿي ويا آهن.

هنن جا ٻار جي ٿيندا، سي تنهنجي شيوا ڪندا.

او ڌرتي، او شڪتي ماتا !

**موهن جو دڙو : علي بابا**

اڄ پانڊت جا ڳند ٻڌي آهي، سا سوگهي ڪريج،
۽ هن گهوٽ ۽ ڪنوار مٿان سدا سولو ڏارو ڏاريج.
او ماتا، ٻاجهه ٻيلائي ڪريج، ٻاجهه ٻيلائي ڪريج.
جو تون سڀ ڪان ٻاجهاري ديوي آهين،
جو اسين سڀ تو کي سجدا ڪريون ٿا.... "

" ماتا ديويءَ کي سجدو ڪريو !.... ماتا ديويءَ کي سجدو ڪريو !

هر طرف ڪان پوڄارن ۽ پوڄارڻين جا آواز اچڻ لڳا هئا.

مهاپوڄاريءَ گهوٽ ۽ ڪنوار پنيان مهاراجا، مهاراڻيءَ، سڀ راجا ۽ راڻيون، لڇمڻ ۽ لڇميون، مٿانئن مُچرڪا ڪري اچي بيٺا. گهوٽ ۽ ڪنوار اڳيان ڪُتيءَ جو وٽو رکيو ويو. پهرين گهوٽ ڪتيءَ جو گرهه ڪٽي ڪنوار جي وات ۾ وڌو. ۽ پوءِ ڪنوار مينديءَ رتڙي هٿ سان گهوٽ کي ڪتي کارائي. هر طرف ڪان ٺهڪڙن جا آواز گونجڻ لڳا.

پوءِ گهوٽ ۽ ڪنوار کي هڪٻئي جو اوبر ڪير پياريو ويو.

پوءِ لانئن جو وارو آيو. سارو سهائو مندر لانئن جي لاڏن جي آوازن سان گونجي ويو. سڀ ڪان پهرين مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ گهوٽ ۽ ڪنوار کي لانئون ڏنيون. انهيءَ ڪان پوءِ سيني راجائن ۽ راڻين لانئون ڏنيون. هاسيڪار گهوٽ ۽ ڪنوار جي مٿن کي زور سان ٽي ٽڪرايائون. ناز ڪڙيءَ ڪنوار جي بچاءَ لاءِ پوڄارڻيون ساڻن جهڳڙنديون رهيون. هر طرف ڪان سهرن ۽ واڌاين جا آواز گونجندا رهيا، وڏا سوڻ ساٺ، ناچ ۽ ڳاچ ڪرڻ ڪان پوءِ، پوڄارڻيون ڪنوار کي گهوٽ ڪان جدا ڪري، لنگ پوڄا ڪرائڻ وٺي ويون، ۽ ڪنوار کي سيني ديوين ۽ ديوتائن آڏو ڦيرايو ويو.

ڪنوار شو ۽ پاربتيءَ جي پوڄا ڪئي. هن گئو ماتا جي ٿڻن ۾ پاربتيءَ جيان وات وڌو، ۽ پوءِ هن لنگ پوڄا ڪئي. پوڄارڻين هن جي لسڙي پيٽ تان پوڄارو پهڻ گهمايو. شيوا جي ساري سرير ۾ جڻ اگني ڊوڙي وئي. سَنڌ سَنڌ ۾ سيڙهاٽ پئجي ويس.

پوءِ پوڄارڻيون ڪيس جنتي ديويءَ جي مورتيءَ آڏو وٺي آيون، جنهن جي سرير مان نئون وڻ ڦٽي رهيو هو. ڪنوار گوڏن ڀر جنتي ديويءَ آڏو جهڪي پنهنجيون ٻانهون پوڄا لاءِ ڦهلائي ڇڏيون --- ۽ سندس ڏيمو، منڙو آواز مندر ۾ گونجي ويو، جنهن ۾ هن وقت هر طرف سانت ڦهلجي وئي هئي :

" او جنتي،
او نئين ٻُري اُپائيندڙ ديوي !

اڄ جي رات آءُ پريم پوڄيندس،
اڄ جي رات منهنجي وهانءُ جي پهرين رات آهي....
او ديوي،
مون کي ستن پٽن ۽ ستن ڏيئن جي ماءُ ڪريج،
منهنجي ڪک کي، پنهنجيءَ ڪک جيان سدا سائو رکيج !
آءُ وچن ڪريان ٿي تہ منهنجا ٻار تنهنجي ڪيتن جي،تنهنجن ماڻهن جي، تنهنجي ڌرتيءَ جي، تنهنجن مندرن جي شيوا ڪندا.
او ديوي، مون کي پٺون سٺ پٽ ڏجان....
او ديوي، ٻاجهہ ڪجان، ٻاجهہ ٻيلاتي ڪجان ! "
۽ لال ڪنوار جنتي جي ديويءَ آڏو ڪير- پٽن لاءِ وڏا سجدا گهورڻ لڳي.
ان رات ماتا ديويءَ جي وڏي مندر ۾ وڏا سوڻ ۽ ساٽ ڪرڻ ۽ وڏي پوڄا پاٺ ڪرڻ کان پوءِ مهاراجا، مهاراڻيءَ، سڀ راجا ۽ راڻيون، لڇمڻ ۽ لڇميون، جنگي اڱواڻ ۽ ساري جڃ، گهوٽ ۽ ڪنوار کي سهسين سينگار ڪرائي، سجايل پالڪيءَ ۾ ويهاري، وڏن دهلن ۽ دمامن سان، راڄ- رتول ڏانهن هلڻ لڳا هئا.
مندر کان ٻاهر ايندي ئي، هزارين ماڻهن جو هولريو مچي ويو هو. ماتا ديويءَ جي مندر کان راڄ- رتول تائين روشنين جون لاٽون هيون. ٻنهي طرفن، گلين ۾ ماڻهن جا هشام بيٺ هئا. گهوٽ ۽ ڪنوار ساريءَ جڃ مٿان، ماڙين جي هينان توڙي ڇتين مٿان گلن قلن، سرهاڻين ۽ رنگن جي ورڪا شروع ٿي وئي هئي. هر طرف کان واڌاين ۽ دعائن، لاڏن ۽ ٿهڪن جا آواز ٻري رهيا هئا. هر طرف شرنايون گونجي رهيون هيون، واڄٽ وڄي رهيا هئا. جڻ سونمياڻيءَ جا باغ، بندر ۽ بازارون، رڳو آواز بڻجي ويا هئا ---
" هن ڌرتيءَ تي، وهانءَ جي رات کان وڌ ڪائي پلاري رات ڪانهي !
هن ڌرتيءَ تي گهوٽ ۽ ڪنوار جي سنگم کان وڌ ڪائي پوڄاري رات ڪانهي ! "
اُها ديهہ- ڌرم جي رات هئي.... گهوٽ ۽ ڪنوار جي سنگم جي رات --- چانڊوڻي، تارن، ترِن ۽ ڪَتين پريل، هيرن ۽ هلورن هاڻي، سونهن ۽ وونهن پري رات --- پريم جي رات. جسم جي پوڄا هن ڌرتيءَ جي سڀ کان اڳاهين پوڄا آهي. پريم هن ڌرتيءَ جو سڀ کان آڳاٽو ڌرم آهي. پريم بنا هي جيون پاپ آهي، سراپ آهي، دولاپ آهي. پريم، ديهہ جو سڀ کان وڏو ڌرم آهي. هن ڌرتيءَ تي جو ڪجهہ آهي، اهو سڀ پريم جو ڪرشمو آهي.

## موهن جو دڙو : علي بابا

ان رات، سنڌو- گهاٽ لڳ، سونمياڻيءَ جي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جو گهوٽ ۽ ڪنوار ڪي ڏيج ۾ ڏنل نئون رنگ- رتول، اندران توڙي ٻاهران، سوين ڏيئن ۽ اُماڙين جي روشنين سان جڳمڳ جرڪي رهيو هو. ساري رنگ- رتول، اندران توڙي ٻاهران، سوين ڏيئن ۽ اُماڙين جي روشنين سان جڳمڳ جرڪي رهيو هو. ساري رنگ- رتول کي طرحين طرحين ساز سامان، سيج پلنگن، پٽوراٽين، پالڪين ۽ پاتولين سان سجايو ويو هو. در در تي رنگا رنگ جهاٻا، جهولٽا ۽ جهالورا پيئي لڙڪيا. ان رات گهوٽ ۽ ڪنوار کي وڏن لاڏن ڪوڏن سان، دهلن دمامن، ناچن ۽ ڳاچن سان سنڌن نئين رنگ رتول ۾ آندو ويو هو. هزارين ڇاڇي ۽ ساڃي اڇي مڙيا هئا. رتول جي اندر توڙي ٻاهر ماڻهن جا ميڙا هئا. ناچ ۽ ڳاچ هئا. مکڻ ۾ چل روٽلا، ڳڙداٽيون، ڪُٽيون،ٻُسريون ڪاڏيون ويون هيون.

ان رات، آڌيءَ ويل، جڏهن سڀ پوڄارا ۽ پوڄارڻيون، مهمان راڄا ۽ راڻيون، لڇمڻ ۽ لڇميون، دايون ۽ ٻايون، گهوٽ ۽ ڪنوار کي سُرهي سيج مٿان ويهاري، مٿانئن سوين سوڻ ساٽ ڪندا، چندن ۽ ڪپور جي سُرهاٽين، گلن ۽ ڦلن جي ورڪا ڪندا، خوشيون ملهائيندا، ڳائيندا وڄائيندا هليا ويا هئا، ۽ جڳمڳ جڳمڳ جرڪندڙ رنگ-رتول ۾ رهجي ويا هئا — نيريءَ سيج تي، ڪهنبي جهنڊ ۾ لال ڪنورا، ۽ ڪنوارين ڪڪورئو گهوٽ. ٻنهي جي وچ ۾، بيچين سانت ۽ ڏکڻ هير ۾، جُهلي رهيا هئا — رتول جا هيدا، ساوا، پورا، ناسي، ڪرمچي، ڳاڙها، ساوا، واڳٽائي، يگ-يگ جهالورا، ۽ ٿر — ٿر ٻرندڙ ڏيئن جون لاٽون.

ڪنوار جُهنڊ هنيو ويني هئي. گهوٽ ڪن لاءِ ماڙيءَ جي پنڊال تي بينو، سونمياڻيءَ ۽ سنڌوءَ جو ڇهڇٽو ڏسڻ لاءِ، گهائل نيڻن سان چانڊوڻي ٽُپ ۾ ڪي واجهائيندو رهيو هو.

دونهاتيل نڀ، ڪامڻي رات.... چوڏهينءَ جو چنڊ... تارا، تر تروڪڙيون، ڪتيون.... ڏوپا ويڇا، ڦلارجندڙ، ڦهلياري ڪڪر.... ڏنڏلن ڏنڏلن سپنن جي ننگري... باغ، بندر، بازارون، وڻن جي ٿارن مٿان مورن جا الستي آلاپ — لوڪ لڪاءَ ڪان لڪي، سنڌوءَ جي اوڙ ۾، هڪبئي سان ملندڙ ٻن پريمين جا پاڇا.... ڳل ۽ ڳيراٽيون.... پور نماس ويرا.... نديءَ جي چانڊوڻيءَ ڇَر مٿان اپسرائن جيان نچندڙ هوڙهن ۽ ٻيڙن جا رنگين سڙهه.... بيچين سانت، ۽ سونهن ---

گهوٽ بيچين ٿي، نيريءَ ستارن جڙيل سيج مٿان جهنڊ پائي وينل لال ڪنوار ڏانهن نهاريو. ڪهنبي پٽ جي جهنڊ ۾ هوءَ تازي ٽڙيل ڪنول جيان ٿي لڳي. هو موهه ڀريل نيڻن

سان ڏانهنس واچيندو، هوريان هوريان پوڄارا پيير ڌريندو، وٽس آيو هو، ۽ گوڏن ڀر، سيج مٿان، سندس سامهون اچي وينو هو.

ڪنوار جي من دهڪو لائي ڏنو هو. سندس ڀاڳ سهاڳ سامهون آيو هو. اڄ سندس پريم پوڄڻ جي رات هئي. اها رات، جنهن لاءِ هن جنم ورتو هو. اها رات جنهن لاءِ نينگريون ورهين کان واجهائينديون آهن. اها رات، جا هر مُند نو لک جيوٽين جي جنمن پوڳڻ کان پوءِ ماٽيندي آهي. اها رات، جنهن ۾ ڪنوارين جي جسمن کي نرواڻ ملندي آهي. اڄ هن ديهه جي آڳ جي چوٽڪاري جي رات هئي. شڪتيءَ ۽ مڪتيءَ جي رات. اڄ سڄڻ سامهون هو، اڄ هوءَ سدا سهاڳڻ هئي.

هوءَ جهنڊ ئي جهنڊ ۾ ماتا ديويءَ جا ڪوڙين ڀال مڃيندي، پنهنجي من- مندر جي ديوتا جي آڳيا ۾ هٿ ٻڌي، سندس شيوا ۾ جهڪي وئي هئي. اُوس تي، هوءَ پنهنجيءَ پريتم جي هنج ۾ ڪنڌ ڍاري، وڏي سجدي ۾ پئجي وئي هئي.

" شيوا.... ! " گهوٽ ٻيڪل ٿيندي ڪيس ڀاڪر ۾ ڀريو هو، ۽ ڪلهن کان ڇهي، سندس گلاب جهڙي مکڙي تان جهنڊ لاٿو هو. ڪنوار جا مدماتا نيڻ، جواٽي جي ڪيپ ۾ ٻوٽيل هئا. پيڙا کان، چپ ٻري ۽ ٻري رهيا هئس.نٽ،والا، ڌهري، نرڙ تي تلڪ، ۽ ميندي جي خوشبو. گهوٽ ڪيس ڪلهن کان جهلي، سندس مکڙي جي سونڊ ساٺ ڪيل، ڪامڻگر وڃا کي ڏسندو رهيو. گهوٽ جي هٿن جي ڇهاءَ سان ڪنوار جو جسو ڏنبور جيان وڄي ويو هو، سَنڌ سَنڌ ۾ سيڙهاٽ پئجي ويا هئس.

"آتما !...." ۽ گهوٽ جي ڀاڪر سان، هوءَ گهوٽ کي سونين ٻانهين- پريل ٻانهين سان وڏي ڳيراٽي پائي، ساٺس پڇي وئي — جڻ هندورن جي جهوٽن ۾ لڙهندي وئي... ڀنيا وار ڇُڙي، وکري ويا هئا، ۽ ڏکڻ- هير گهلندي رهي —

" ڪانڌ، آءُ ڏاڍي ماندي آهيان تو بن آءُ اڌوري هيس. تون منهنجو مٿيون ڀُڙ آهين. مون مٿا ڍڪ تي، وري وڃ. منهنجي ديهه کي پنهنجي ديهه سان واٽي ڇڏ."

۽ گهوٽ ڍڪ ٻنجي، مٿائنس جُهلي پيو هو. هن ڪنوار جا چميا، پوءِ نٿ، هٿ-ڪرايون ۽ آڱريون -- ۽ پوءِ چنبيلن، چوٽن جي سڳنڌ ۾ ڪوئجي ويو.

روپائين رات — ميندي‌ءَ رتا هٿڙا — ڳجهه ڳوهه — ڳل ڳيراٽيون — اوڏ اوڏ — آڳ ۽ پيڙا — آنهريون اڪڙيون -- ۽ ڏکڻ — هير ۾ هندورا جهلنڊڙ، چڪنڊڙا ڦول — بدن.... آسائتو سهڪو، اونها جهوٽا — اِهڙا پيڙا جي اونگهه — اوم — اوم... ۽ ڪنوار جي ڦول — بدن کي لڳي هئي لاک — لاک، جا سچلين اڇوتين ڪنوارين جي لڱن مان ڳڙندي آهي.

## موهن جو دڙو : علي بابا

روپهري رات- ڳل ڳيراتيون، منيون --. هڪبڻي سان ڳلجي، ڳيراتجي وجڻ – وتيرجي وجڻ، ۽ وري ڳنڍجي وجڻ – ڳر لڳي ڳالهيون ڪرڻ.....

ڪنوار سمورا ڳهڻا لاهي ڇڏيا هئا. پنيا پنيا وار سيج مٿان وکرجندا ويا. گهڙيءَ گهڙيءَ اکين ۾ اوڙاهه پري، هوءَ پنهنجي سهاڳ اڳيان سونهندي رهي.

چنبيليا چوٽا – چاندوڻو بت – سونا ڏونگر – ٽڙهاٽ تل، گهڙوليون، گهڙا – جر مٿي کير- ڏارا، لهرون لهرون هير ڏکڻ جي، هندورا هندورا هانءُ -- ۽ ٽپڪ ٽپڪڙا تارا....

ڪنوار، سمنڊ جي پاتار ۾ پيل پياسي سپ جيان، بوند جهٽڻ لاءِ نيڻ ٽمڪائيندي، پاتار ۾ ٽڙڳي ٿي، موتي ميڙڻ لاءِ... گهرو ساگر – اونهو اونهو، ڇوليون ڇوليون.... اواڪ اُڄ، ناتاري ۽ نانهن – ڏکڻ هير، جهوٽا جهوٽا، هلورا هلورا... اوم... اوم....

تارا هيٺ، تارا مٿي. هوءَ اگهور پولارن ۾ اُيرندي وئي، ۽ هي انت پاتال ۾ پيهندو ويو، ۽ پوءِ، چير جي جهاڻ ۾ جهالورن جا رنگ ويتر ڳاڙها، ساوا، نيرا ڪرمچي، پورا، ناسي ۽ واڱڻائي ٿيندا ويا – ڇهچ ڇهچ، تهان گهٽو ڇهچ. ٻئي، لهرون لهرون جهوٽا کائيندا، انڊلٺين جي دنيا ۾ ڪوئجي ويا.

ٿر – ٿر تارا – رات ڪامڻي – هير ڏکڻ جي – جهوٽا جهوٽا ننڊ – شڪتي، مڪتي، نرواڻ... ديهه جو سپ ڪان وڏو ڌرم، پريم – اوم... اوم... اوم... .

چون ٿا، اوجاڳي اوجاڳي ستل وينگس ڪنوار جي پوئين پهر جي سپنا سپنا ننڊ ۾ ڪي ازل جا اونهان ڪيپ ۽ خمار پريل هوندا آهن. دنيا جي ڪا مڌ انهيءَ ننڊ جهڙي نشيلي ڪانهي. ڪا ڪڪوهه اهڙي ڪيپ ۽ خمار پريل ڪانهي. ان رات ڪنواريون سڌ ٻڌ ڪوئي سمهنديون آهن.

پنيرڪي اوير ۾، وهائو، ٽمڪندو، سُوت سُوت مٿي چڙهندو ٿي ويو. مٿي – اجا مٿي....ڪڪڙن سجاڳيءَ جا دس ڏنا. مورن جي السٽي آلاپن سان ساريءَ سونمياٽيءَ جون پتيون ۽ چتيون واڪا واڪا ٿي ويون. وڻ وڻ سڏ پڙاڏو ٻڌجي ويو. پوڄا-گهر جا گهنڊ هڪ هڪ ٿي گونجارجي ويا. اوير ڪي لاک لڳندي ئي، ساري وستي اوشا جي پوڄا لاءِ سجاڳ ٿي وئي هئي. چُلهه چُلهه مان گانين جي ڇيٽن جو دودرو، ڦلهباري بادلن جيان وٽ کائيندو، نپ ڏانهن ڦُلارجڻ لڳو هو. گهٽين مان گهاگهر مٿان گهاگهر رکي ويندڙ پاٽيارين جي پيهه لڳي وئي هئي. پرهه ويل پاٽي پرڻ، بوهاري ڏيڻ، وهنجڻ، مکڻ ولوڙڻ، ڍوڍا ڍٽڻ، مور چُڳائڻ، گائيون ۽ ٻڪريون پهرائڻ، هر ۽ ڏاتا ڪٽي ڪيتن ڏانهن وڃڻ، ڌرتيءَ جي سڀ کان وڏي پوڄا آهي.

پري، گهڻو پري، جتي برهما لوڪ آهي، جتي ڌرتيءَ ۽ آڪاس جو سنگم ٿئي ٿو، اُتي، ڌرتيءَ ۽ آڪاس جي ڦاڪ مان، نئون سج، سري ڪڍي، سُوت سُوت، هڪ ڪانو، ٻہ ڪانا، ٽي ڪانا، مٿي چڙهندو ويو – مٿي، اجا مٿي.... ساريءَ وستيءَ جو ڪار وهنوار چالو ٿي ويو، پر سونمياٽيءَ جي سڪيلڌي ڪنوار اجا ستي پئي هئي. مٿس ڪيپ مٿان ڪيپ چڙهيل هئا. اونهيءَ ننڊ ۾ السوپ ۾ الوٽ هئي. ڪيس جاڳائڻ ، سنو سنوڻ ۽ ساٿ ڪرائڻ ۽ لڇميون، پوڄارٽيون، نٽ-راڻيون ۽ جيڏيون سرتيون سنڌوءَ جي سپ ڪان سهڻي ۽ سدوري ٻار، سونمياٽيءَ جي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جي پهرئين پٽ، ننڍڙي لڇمڻ پونگر کي ونئي آيون هيون تہ جئن ئي ڪنوار اک کولي تہ سندس پهرين نهار سنڌوءَ جي سپ ڪان سهڻي ۽ سدوري ٻار تي پوي – ان لاءِ تہ جئن هوءَ بہ پهريون ٻار اهڙو ئي سهڻو ۽ سدورو ڄڻي.

پر ڪنوار اجا ننڊ ۾ الوٽ هئي

جَهن.... جَهن....

جَهن... جَهن....

جهن... جهن....

پوڄارٽين جهانجهہ ۽ ٺلين جا مڌر آواز ڇيڙي ڇڏيا هئا.

ننڍڙو لڇمڻ، لڇمين ۽ نٽ- راڻين سان هلندو، ڪنوار جي سيج جي سيرانديءَ آيو هو، ۽ لڇمين جي چوڻ تي، لڄندي، ڦڪو ٿيندي، ننڍاڪريءَ ڪنوار جي ڪنول پنبڻن مٿان پنهنجا نازڪ چپڙا اچي رکيا هئائين – بنهہ ائين، جئن ٺاريءَ تي ٽڙيل گلاب هوا جي جهوٽي سان سورج مکيءَ تي ڍري پوي، موتيو چنبيليءَ مٿان لڙڪي پوي، نينگريون ٽهڪڙا ڏئي کلڻ لڳيون.

" ائي هيءَ تہ اجا پئي برهما لوڪ جي هندورن ۾ جُهلي "

" ويچاري ساري رات جي اوجاڳيل هوندي."

ساري رتول ۾ ٿهہ – ٿهہ ٽهڪڙن جو سنگيت گونجي ويو.

چپڙن جي ڇهاءَ سان ڪنوار جي پنبڻن ۾ اٽلڪي لرزش ٿي.

جهن.... جهن جهن....

جهن جهن جهن....

جهن....

آوازن جو پڙلاءَ چٽو ٿيندو ويو. ٽهڪڙا ۽ سنگيت. هن جي ننڊ ڇڄن لڳي هئي – ڄڻ برهما لوڪ مان ترلوڪ ۾ اچي رهي هئي – ڄڻ نئون جنم وٺي رهي هئي. ڪَر موڙيندي،

وڏو آرس پيجي، جاڳي پئي. سندس پهرين نهار،مرڪندڙ، ننيڙي لڇمڻ، پونگر تي پيئي. سندس سيج جي چوڌاري لڇميون، نٽ- راڻيون، پوڄارڻيون ۽ سرتيون، لاکس نون ويس وڳن، هارن سينگارن جا سامان ڪنيو بيٺيون هيون. لڄ کان ڪنوار جي مکڙي ڪي جڻ لاک لڳي وئي هئي. ڳٽن تان هڪڙا رنگ لٿس تي تہ ٻيا چڙهيس تي. ڪنڌ جهڪائي، ننيري لڇمڻ کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي، پيار ڪرڻ لڳي. لڇمين ۽ سرتين ڪيس ٺوڪن سان ورائي ورتو. الائي ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون ڇئي ڪيڀائونس. ڪِن ڪَن ۾ ڳُجهيون پڇائون ڪري ڇيڙايس، تہ ڪن وري ڪتڪائي ڪري زوري ڪلايس. سڄي رتول ۾ ٺهہ – ٺهہ ٺهڪڙا گونجي ويا. لڄوڙي ڪنوار، ڳاڙهي ڪُنبي ٿيندي رهي.

اهو ڏينهن ڪنوار کي سون- تلاءَ جي پوڄ پاٺي ۾ وهنجارڻ جو ڏينهن هو. سون تلاءَ جي آنريل، اُجري ۽ آجري، سرهاڻين ۽ نِير ڪهُليل ۽ ڪنور تري رهيا هئا. تلاءَ جي رنگا رنگ ڊِڪين ۽ پنڊالن مٿان هيٺين ۽ اڇن وڳن ۾ ويڙهيل پوڄارڻين، رکي رکي، جهانجهہ، ڇنگ، ڪماچ ۽ جلترنگ پئي ڇيڙيا. تلاءَ جي چوڌاريءَ، باغ ۾ مور پئي ٿانءَ سان ٿليا. وڻ وڻ هيٺان پلنگ، پٿوراٽيون، پالڪيون پيل هيون. اٺمين ميون ۽ مناين جا ٿالهہ پريا رکيا هئا. جيڏانهن نهار، سون ورنيون سوڍيون مُڇرڪا ڪريو پيون مارڪا ڪن، ۽ نينگريون پوپٽن جيان پٽپٽيهر پڙا لمڪايو پيون اکٻوٽ رانديون ڪن ۽ مور ڇُڳائين. سون تلاءَ تي هر پاسي جڻ سرڳ سجايل هو.

ان ويل لڇميون، نٽ- راڻيون ۽ سرتيون، هارن ۽ سينگارن جا ٿالهہ هٿ-ترين تي ڪنيو، وڏي شان ۽ مان سان ڪنوار کي تلاءَ تي وٺي آيون هيون. ڪنوار جي ايندي ئي سون تلاءَ کي جڻ چوراسي چنڊ لڳي ويا هئا. هر نينگري، هر ناري، ڪيس واڏايون ڏيڻ لاءِ ڊوڙندي آئي هئي.

۽ پوءِ، پوڄارڻين سندس چِتا چوڙيا، سندس ڪامڻي ڏڙ کان وهانءَ جو ڪُنبو وڳو ڏار ڪيو. ڪاٻيءَ ٻانهن ۾ عاج جي موتين مڙهيل ٻانهين. ساڄيءَ ۾ سون ڪڙا ۽ ڪنگڻ، ڳچيءَ ۾ هسلي، ڳھُگهي جيان گول سڊول بدن جو گهڙاءُ... ۽ سون تلاءَ جي اُجري اُجري، سرهاڻين پريل، گل،ڦل پاٺيءَ ۾ جڻ لٿي هئي ڪا اندر لوڪ جي اپڇرا. اگڙا ڏوئڻ لاءِ، ديوداسيون مٿانئس گلن ڦلن جي ورکا ڪنديون رهيون، ۽ پوڇارڻين جلترنگ ۽ جهانجهہ تي راڳ ڇيڙي ڇڏيو ---

جهٽ جهٽ وهنجي وٺ ڙي چوڙي، مٿان موڙ پيا ڏسن !

جهٽ جهٽ انگڙا ڏوئي وٺ، ٻارڙا سي سنڌو گهاٽ تي اِتي ڏڪر ڪيڏڻ ويا آهن :

## موهن جو دڙو : علي بابا

جهٽ جهٽ وهنجي وٽ ڙي چوري، چورا مٿان اچي وڄن !
جنهن پاٽيءَ ۾ تون وهنجي پئي، سو باغن ڏانهن ورهائبو،
تنهنجيءَ سُرهيءَ مَر مان ڦٽنديون، ڪيئي سُرهيون ڦلڙيون ؛
جهٽ جهٽ انگڙا ڏوئي وٽ، مٿان مور پيا ڏسن !

ان ويل، جڏهن سونمياٽيءَ جي لال ڪنوار وڏي چاڳ ۽ چوهه سان سون تلاءُ جي پوچ پاٽيءَ منجهان پئي ٻڪ پريو وهنتي، ۽ سون تلاءَ ڪان پري، سنڌوگهاٽ تي، سنڌوءَ جا ننڍڙا بي اُلڪا ٻارڙا، اِتيءَ ڏڪر سان اڪٽ ٻڪٽ، لين مون، راند پئي ڪيڏيا، نيڪ ان ويل، سونمياٽيءَ جا جُنگ جوان، راڪي ۽ ساڪي، هزارن جي ليکي، سنگهرون ڪريو، سنڌو ديس جي سرحدن جي رکواليءَ لاءِ، سونمياٽيءَ ڪان سوين ڪوهه پري، اروڙ جي لَڪن ۾ پڙاءَ وجهيو، پالا، ٻٽچ، ڪڙڳ، ڪلول ۽ڪٽارا ڪٽيو، چست ۽ چوڪس، پسار ڪري رهيا هئا. هر ويل هشيار، هر ويل خبردار، هر ويل مرڻ ۽ مارڻ جي بازيءَ لاءِ تيار. ڪارونجهر، هالار، پٻ، گنجي نوڙهي، پٻي نوڙهي، ڪانيوءَ، ڪير ٿر ۽ سورجاٽيءَ جيان، ڌرتيءَ سان ڳنڍيل، اٽل ۽ اٽموٽ !

اڪٽ، ٻڪٽ، تين، لين، مون، نار....

نيڪ ان ويل، پري، اُتر ڪان، سڄڻ سارن ڏهن هوڙهن منهن ڪڍيو هو. اروڙ جي لَڪن جي اُتانهين چوٽين مٿان هر ويل چوڪس بيٺل راڪن سنکن تي وڏي ڦوڪ ڏني هئي. لَڪ لَڪ، ٽڪر ٽڪر، پير جي آواز سان پڙاڏجي ويو هو. سنڌوءَ جا جُنگ جوانڙ، سنگهرون سنواري، ڪٽارن سان واڱن جي ڪلن واريون ڍالون وجائڻ لڳا هئا — جڻ سنڌوءَ جي ساريءَ ڌرتيءَ شينهن جيان گجگوڙ لائي ڏني هئي.

۽ اُتر ڪان ايندڙ ڏهه ئي هوڙها ۽ ٻيڙا سانت سان ويجها ايندا ٿي ويا. سنڌوءَ جي جُنج جواڻن انهن کي روڪڻ لاءِ پنهنجا ٻيڙا ۽ هوڙها سنڌوءَ ۾ چوڙي چڏيا هئا. سنڌوءَ جي جُڌ اڳواڻ، لڪشمڻ ڏِڳ جو هوڙهو سيني جي مُهڙ ۾ هو. هو هوڙها وڏائڻ جو حڪم ڏئي چڪو هو....

ٽامي نگر ڪان ايندڙ ڏهه ئي هوڙها، سنڌوءَ جي وچ سير ڏيو، جُهلندا ٿي آيا. سيني ڪان اڳيان ٽامي جي راڄ- رکوال جو هوڙهو هو. ان جي پنيان ٽي هوڙها لوڪن جا هئا. تن جي پنيان ڇهه هوڙها ٽامي جي جنگ جواڻن جا هئا. اروڙ جي ٽڪرين وٽ اچي، ڏهن ئي ٻيڙن جي ٻيڙياتن کي ڏهڪاءُ ويڙهي ويو هو. سڀ ناڪئا تڙ توائي ٿي ويا هئا. جيستائين نهار ٿي ويئي، سنڌوءَ جي چر مٿان هوڙها ئي هوڙها هئا، جهيڙاڪ جهونجهارن جا جٿا هئا. ڪنڌيءَ

ڪان ڪنڌيءَ تائين، ڏونگرن ڪان ڏونگرن تائين، قطارن پٺيان قطارون، سنگهرن پٺيان سنگهرون، اڙيل وڇيرا، گهوڙا، ٻيڙا ۽ گهوٽ. هٿن ۾ پاونگ، ڪند، ڪتارا ۽ ڪرت، مٿن ڪلنگيون ۽ سر ڪنگول. رُڪاهان لڳ، ڏمريل چهرا، گهاتو ۽ گهور. ۽ ڏور ڏونگرن مان ايندڙ جنگي پير ۽ سنڪن جا آواز درياهه ۾ دهشت هئي. ڄڻ ساري اروڙ جي ڌرتيءَ واڳونءَ جيان وات ڦاڙيو بيٺي هئي. جو گهڙي، سو نِئي. ڪنهن ڪي موت ڪٽي جو سر سهسائي سامهون ٿئي. ناڪئن جون متيون موڙهيون هيون. ٿامي جي راڄ- رڪوال پري ڪان سونمياٽيءَ جي هٿيار‌بند ڪٽڪ جا هوڙها ۽ ٻيڙا ڏسي، وڏي واڪي پنهنجن ناڪئن کي سجاڻ ڪيو " ناڪئا، امن ۽ اهنسا جا جهنڊا کڙا ڪريو ! جيئن ديوتائن جي دربار ۾ وجبو آهي، سونمياٽيءَ جي سردارن، جَڌ اڳواٽن ۽ جهونجهار جٽن اڳيان سر نوائجو. ساڃهه، نياوَ ۽ نوڙت سان هلجو، جو سونمياٽيءَ جي سرواٽن جا ڏمر جهنگلي پاڏن ۽ گنڊرن جي ڌڪ ڪان وڌيڪ پيانڪ آهن. نمي ڪمي نهارجو، جو اوهين ڌرتيءَ جي راڄ دلارن اڳيان پيا وڃو. " راڄ- رڪوال جي هڪل سان ناڪئن امن ۽ اهنسا جا اڇا ۽ هيڊا جهنڊا کڙا ڪيا هئا.سنڌوءَ ۾ سنسو هو. ڏهه ئي هوڙها نيڌوءَ ۾ ڏتڙپندا ٿي آيا.

" هوڙها جهليو... لنگر اڇلايو.... هوڙها جهليو ! "

هوڙها هوڙهن سامهون آيا هئا. ناڪئن لنگر اڇلايا. ڏهه ئي هوڙها سونمياٽيءَ جي هوڙهن سامهون اچي پار سان ٻڌجي ويا هئا. سڀ آريا سردار سونمياٽيءَ جي جنگي ڪٽڪ جي اِها سَج ڌڄ، اهو نٽ ۽ ادمبر، جهونجهار جٽا، ڪند، ڪتارا، رڪاهان لڳ ۽ ڪامل سر ڪنگول جواڻ ڏسي، وائڙا ٿي، آڏين اکين سان هڪٻئي ڏانهن نهارڻ لڳا هئا. سندن منهن لٿل هئا. سندن شينهن جيان شيرين، بيدپين، پوائتين، پراسرار اکين ۾ڌهڪاءُ هو. سڀ پنجوڙ ۾ ڦاٿل شينهن جيان چوڪنا ٿيو بيٺا هئا. ٿامي جي راڄ- رڪوال، ۽ جنگ جواٽن، سونمياٽيءَ جي راڄ-رڪوال، لڇمڻ چام سرواڻ، سيني سردارن، مکين، جڌ اڳواٽن ۽ جهونجهار جٽن آڏو پالا ۽ ٻٽيچ نوائي، وڏا ڪورنش پريا. ٿامي جي راڄ- رڪوال سونمياٽيءَ جي راڄ-رڪوال اڳيان ڳاٽ نوائيندي، وڏا ڪورنش ڪندي چيو :

" سونمياٽيءَ جي گهوڙن، ٻيڙن ۽ گهوٽن جو خير هجي. آءُ ٿامي جو راڄ-رڪوال پنهنجن جنگ جواٽن سميت سونمياٽيءَ جي راڄ-رڪوال، جڌ – اڳواٽن، مکين ۽ جهونجهار جٽن آڏو پنهنجو سر نوايان ٿو، جو هن ڌرتيءَ تي اوهين سڀ ڪان اُتانهان آهيو، جو اوهان جو مان ۽ مرتبو سيني ڪان مٿانهون آهي." ان ڪان اڳ جو ٿامي جو راڄ-رڪوال هڪ پيرو

وري ڪورنش ۾ سر نوائي، سندس سامهون هوڙهي جي آڳي تي بيٺل سونمياٽيءَ جي راڄ-رکوال چيتي جيان چنگهار ڪئي :

" رکوال ! سر انهن جي اڳيان نوائبا آهن، جن جي آڳيا ۾ هلبو آهي، جن جو مان ۽ مرتبو سڃاڻبو آهي. اوهين سڀ ليڪا لنگهي ويا آهيو. اهي ڪورنش ڪوڙا آهن. ٻڌاءِ، ڇو آئيا آهيو؟ هي ويري اسان سامهان ڇو آندا اٿئي؟ ٻڌاءِ، ڪهڙا اوپالا پري آئيا آهيو؟ "

سونمياٽيءَ جي راڄ- رکوال جي هڪل سان ٽامي جي راڄ-رکوال جو ساهه ڄڻ سڪي ويو هو. هڪ پيرو وري ڪورنش ڪندي چيائين، " امن ۽ اهنسا جا ڏٽي آهيو، پلارا پال ڪجو. اسين سونمياٽيءِ جي مهاراجا لاءِ ٽامي جي راجا جو سنديش کٽي آئيا آهيون."

" ڪهڙو سنديش کٽي آئيا آهيو؟ "

ٽامي جي راڄ- رکوال سند آڳيا ۾ ڪنڌ نوائي پنهنجي پر ۾ بيٺل هڪ جنگي جوان کان ٽامي جي راجا، جي سنديش واري ميتوڙيل پٽي ورتي، هوڙهي جي آڳي تان ٻه پيرا اڳتي وڌي، هٿ ڊگهيري، سونمياٽيءَ جي راڄ- رکوال کي ڏني. اُها پٽي پڙهي، سونمياٽيءَ جي راڄ- رکوال جي منهن تي گهنڊ پئجي ويو. ٽامي جي راڄ- رکوال ڏانهن نهاري چيائين :

" ته اوهين پاڻ سان گڏ آرين جي مهاويد اگنيءَ کي ونئي آئيا آهيو."

" ها، راڄ-رکوال، آرين جي مهاديوي اگني موت جي پاٽاريءَ تي پئي آهي. ٽامي جي پاندتن، ويڄن ۽ پاڙهن چيو ته مهاديوي اگنيءَ جو دارون سونمياٽيءَ جي مندر کان سواءِ ڪٿي ٻه ڪين ٿيندو. اسين ٽامي جي راجا جي حڪم سين، ڪيس ڪپاهين ۾ ويڙهي کٽي آئيا آهيون."

سونمياٽيءَ جو راڄ- رکوال ڇوهه مان ٽڪ ٻڌي ڏانهنس نهاريندو رهيو ۽ چيائين : " پلا اوهان ائين ڪيئن وسهيو ته سونمياٽيءَ جي سرحدن ۾ اُن کي گهڙڻ جي آڳيا ملندي؟ "

" ان لاءِ ته اسين ڄاڻون ٿا ته اوهين ويرين جي واهر ڪرڻ وارا آهيو. سونمياٽيءَ جي در تان سڪٽو ڪو ڪو نه وڃي، جو سونمياٽيءَ امن ۽ اهنسا جي ڌرتي آهي."

" ها، رکوال، اسين دشمن جي ڦٽن تي لپريون ٻڌڻ وارا آهيون. اسين ٻچڙن سان پلايون ڪنڌڙ آهيون. اهو سونمياٽيءَ جي مندرن جو اتهاس آهي. پر اڄ اسين اُنيءَ ۾ ٿوري ڦير گهير ڪنداسين. آرين جي مهاديويءَ اگنيءَ جي ٿنهي هوڙهن کي آڳيا ملندي، ان لاءِ ته متان آريا ائين وسهن ته اسان ڪنهن ڏهڪاو ڪان ڏڪي آرين جي مهاديويءَ کي پنهنجي در تان موٽايو آهي. پر اوهان کي نه، ان لاءِ ته اوهين پائرن ۽ واهرن جي پنيءَ ۾ ٻٽڃ وڃائڻ وارا

آهيو. اسين اوهان سان سڀ ناتا ٽني چڪا آهيون. هاڻ اسان جو اوان سان نه رت آهي نه پَت، نه سڱ نه سياڪو. سونمياڻيءَ جي ڌرتيءَ جا سمورا در اوهان تي بند آهن. اوين پنهنجا ست ئي هوڙها موٽائي وڃو."

" راڄ- رکوال، اسين ٽامي جي راجا جي حڪم سان مهاديوي اگنيءَ جي شيوا ۾ آئيا آهيون، اسين ڪيس ڇڏي ڪيئن ويندا سين."

" ٽامي جي راجا جو حڪم ڪو ساري پرٿويءَ لاءِ ڪونهي. هيءَ سونمياڻيءَ جي ڌرتي آهي. آرين جي مهاديوي اگنيءَ هاڻ اسان جي پاڪر ۾ آهي. سونمياڻيءَ جا سڄاڻ پانڊت، ويج ۽ پاڙها، مئل ماڙهوءَ ۾ ساهه ڦوڪي ڇڏيندا آهن.مهاديوي اگنيءَ کي سونمياڻيءَ پڄائڻ جو ذمو اسين پنهنجي سر تي ٿا کڻون، اسين پاڻ هوڙها ۽ ٻيڙا قطاري ڪيس سونمياڻيءَ وٺي ويندا سين. اوهين ست ئي هوڙها ڪاهي هتان هليا وڃو."

ٽامي جي راڄ — رکوال ڏاڍي ايلاز مان چيو : " پر اسين ٽامي جي راجا ڏانهن ڪهڙو منهن کڻي ويندا سين."

" جهڙو منهن اسان ڏانهن کڻي آئيا آهيو. وڃو، انهيءَ سپت سنڌوءَ جي سرحدن جي سوداگر کي چئي ڇڏيو ته سونمياڻيءَ جي سرحدن جا سمورا در مٿن بند ٿي ويا آهن. باقي رهي آرين جي مهاديوي اگني، اُها ڇڱي ڀلي ٿي ته وڏي ڌام ڌوم سان ٽامي پهچائي ويندي. سونمياڻيءَ جا ماڻهو پنهنجي اڱڻ آيل ماڻهن جي شيوا ڇڱيءَ طرح ڪري ڄاڻن. هاڻ اهي لڄيندا منهن کڻي هتان هليا وڃو. وري ڪڏهن به سونمياڻيءَ جي ڀلاري ڀونءَ لتاڙڻ جي سڌ نه ڪجو."

ٽامي جي راڄ — رکوال گهائل ٿي سونمياڻيءَ جي راڄ-رکوال ڏانهن نهاريو. سونمياڻيءَ جي راڄ- رکوال جو حڪم ڄڻ ڪاٺ ۾ ڪهاڙي جو ڌڪ هو. ٽامي جي راڄ- رکوال ڏي نهار ته اکر نه اُڄهيس. ماٺ منيءَ سان سونمياڻيءَ جي راڄ- رکوال جي آڳيا ۾ پنهنجو سر نوائي ڇڏيو.

اُها ڏاڍي ڏکوئيندڙ گهڙي هئي. ٽامي جي راڄ-رکوال مهاديوي اگنيءَ جا ٽيئي هوڙها ڇڏي، سونمياڻيءَ جي راڄ رکوال، مکين، جڏ اڳواڻن ۽ جهونجهار جٽن آڏو وڏا ڪورنش پريندو، ست ئي هوڙها ڪاهي، پڳهه ڇوڙي هلڻ لڳو هو. ٽامي جي هوڙهن کي پنهنجي در تان موٽائي، سونمياڻيءَ جو راڄ- رکوال مانو ٿي ويو هو. سڀ سردار ۽ جنگ جوان چپ چپات هئا. اکين ڇنبڻ ڇڏي ڏنو هو. ڇوندا آهن ته رت رت آهي، رت، جو رڳن ۾ ڊوڙي ٿو... . رت، جو ڌرتيءَ جي داڻي پاڻيءَ مان جڙندو آهي، چالهين سنگ تي به وري ويندوآڳي. اڄ

رت رت کان جدا ٿي ويو هو. اج پائر پائرن جي در تان موٽي ويا هئا. پروشني ۽ ستادرو [18] سنڌوءَ مان ڦٽن ٿيون، ۽ سنڌوءَ ۾ مِڙن ٿيون. اهي ڪڏهن جدا ڪين ٿين. پر اج پروشنيءَ، ستادروءَ ۽ سنڌوءَ جي ماٽهن ۾ ڪوهن جا ويڇا پئجي ويا هئا. اهڙا ويڇا، جي ڪنهن گهاٽ تي نٽا گڏجن، ڪنهن سنگم تي نٽا مڙن، ڪنهن رڳ تي نٽا ملن. رڳن ۾ رت جڻ جمي ويو هو. سنڌوءَ جي وهڪ جڻ بيهجي وئي هئي. ٿامي جا هوڙها وجي رهيا هئا. جيستائين نهار تي ويئي، سونمياٽيءَ جو راڄ- رڪوال ۽ جنگ جوانڻ، هانو تي پَهڻ رکي، ٿامي جي ويندڙ هوڙهن ڏانهن نهاريندا رهيا.

آريا سردار وائڙا هئا. ڪڏهن سونمياٽيءَ جي ڪٽڪ ڏانهن تي نهاريائون تہ ڪڏهن ٿامي جي ويندڙ هوڙهن ڏانهن. سندن ڪيهر شينهن جهڙين اکين ۾ آڌڪو هو. ان ويل، سونمياٽيءَ جي راڄ- رڪوال ڪنڌ ڦيري ٿنهي هوڙهن جي آڳي تي بينل آريا سردارن مٿان ڪڙي نهار وڌي. سيني آريا سردارن جي جسمن تي جانورن جون کلون اوڍيل هيون. مٿن ڏِڱن جا سنڱ ۽ ڳچين ۾ جانورن جي هڏن جون مالهائون هين. وڏيون ڏاڙهيون، وڏا وار، بنهہ جهنگلي جانارن جيان ٿي لڳا.

سندن بي ڏپين اکين ۾ ڏپ ۽ اُڌڪو ڏسي، سونمياٽيءَ جي راڄ-رڪوال ڪين آٿت ڏني: "آريا سردارو، نہ ڏجو، وهم نہ پچايو، سونمياٽيءَ جا ماٽهو پنهنجي تڏي آيل ماٽهن کي امرت پياريندا آهن، نہ وهہ جا وٽا. هي جهونجهار جتا رڳو روهہ رٽن ۾ ڪڙڳ ڪلول ڪرڻ جاٽن، ميدانن ۾ هاڪاري وڙهڻ جاٽن، هي پنهنجي گهر ۾ گهرائي ڪنهن کي ڪين مارين. هيٽن ۽ هيڪلن تي جلهہ ڪرڻ اسان جو وڙ ناهي. اوهان جي مهاديوي، مهاراٽي اگنيءَ ۽ اوهين، سونمياٽيءَ جي مهاراجا جا مهمان آهيو. اسين اوهان جي مهاراٽيءَ ۽ اوهان جي آجيان ائين ڪنداسين، جئين راجا ۽ راٽيون پنهنجين مهمان راجائن، راٽين ۽ سورهيہ سردارن جي آجيان ڪندا آهن. اوهين بيدپا هلو. ڪنهن جي مجال ڪانهي جو اوان ڏانهن اک ڪٽي نهاري."

سيني آريا سردارن سندس ڳالهہ سمجهندي، سندس آجيان لاءِ سر نمايا. ان کان پوءِ سونمياٽيءَ جي راڄ- رڪوال پنهنجي جنگي ڪٽڪ ڏانهن منهن ڦيري، پنهنجي سون ڪڙن ۽ ڪنگڻن واري رُڪانهين بانهن هوا ۾ جهولي، پنهنجي ڪٽڪ جي جڏ- اڳواٽن ۽ سورهيہ سردارن کي هڪل ڪري چيو :

---

[18] پروشني ۽ ستادرو : راوي ۽ ستلج

" اي منهنجي ! ڪٽڪ جا سورهيہ سردارو، جڏ-اڳواڻو، سرويچ پهلواڻو، اج آريا ديش جي مهاديويءَ، مهاراڻي اگني، سونمياڻيءَ جي مهاراجا جي مهمان بڻجي آئي آهي. پنهنجن جهونجهار جٽن کي حڪم ڏئي ڇڏيو تہ مهاديويءِ اگنيءَ جي آجيان لاءِ سنک ۽ توتارا وڄائين، ڀير تي ڏونڪا هڻن، ڍالون کڙڪائين، ڪنڌڪٽارا، ڀالا ۽ ٻٽڇ نوائي، آريا ديش جي مهاديويءَ جي هوڙهن جي آجيان ڪن. سونمياڻيءَ جي مهاراجا ڏانهن رٻارا ڊوڙايو تہ ڪين خبر پوي تہ آريا ديش جي مالڪياڻي، ميرو پربت جي جائي، همالا جي ڌياڻي، آرين جي مهاديوي، مهاراڻي اگني، سونمياڻيءَ جي مهمان بڻجي اچي رهي آهي."

سونمياڻيءَ جي راڄ-رکوال جي حڪم سان سڄي ڪٽڪ ۾ وٺ پڪڙ پئجي وئي هئي. سونمياڻيءَ ڏانهن هڪدم رٻارن جا هوڙها ڊوڙايا ويا هئا. مهاديوي اگنيءَ جي آجيان لاءِ سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن سان جهونجهار جٽا سنگهرون هٽي بيهجي ويا هئا. مهاديويءَ اگنيءَ جي هوڙهن جي آجيان لاءِ، سنڌوءَ جي ڪنارن کان ڏونگرن جي چوٽين تائين، سنکن، توتارن ۽ ڀير جا آواز ٻُرڻ لڳا هئا. جئين ئي سونمياڻيءَ جي راڄ-رکوال جي هوڙهي پنيان مهاديوي اگنيءَ جا ٽيئي هوڙها تار مان ترندا، ٿامي جي سرحد مان سونمياڻيءَ جي سرحد ۾ آيا تہ سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن سان بيٺل هزارين جنگ جواڻن، ڪٽارن سان ڍالون وڄائي، پنهنجا ڪڙڳ ڪلول، ڀالا ۽ ٻٽڇ نوائي، آريا ديش جي مهاديوي اگنيءَ جي هوڙهن جي وڏيءَ ڌام ڌوم سان آجيان ڪئي.

ان کان پوءِ سونمياڻيءَ جي راڄ-رکوال آرين جي مهاديوي اگنيءَ جي هوڙهي ۾ وڃي ڪيس ڏٺو. هوڙهي جي ننڍڙي ڪانانهين جهروڪي ۾ هوءَ موت جي پاٿاريءَ تي پسرت پئي هئي. مٿانهنس اڇو اوڇڻ وريل هو. سندس پاٿاريءَ جي چوڌاريءَ آريا پروهت ۽ پوڄارڻيون گوڏا اونڌا ڪريو، ڪنڌ جهڪايو، ياترا ۾ اپاٽڪا وينا هئا. هن هٿ وڌائي، اوڇڻ هٽائي، مهاديوي اگنيءَ کي ڏسڻ تي گهريو، پر آريا سردارن سندس هٿ جهلي ورتو. سونمياڻيءَ جو راڄ-رکوال آرين جي مهاديويءَ مٿان ڪجهہ دير بيٺو ڏانهنس نهاريندو رهيو، ۽ پوءِ منهن موڙي ٻاهر آيو.

انهيءِ شام جو سونمياڻيءَ جو راڄ-رکوال، پنهنجي جنگي ڪٽڪ جون واڳون پنهنجي سورهيہ سردارن، جڏ اڳواڻن ۽ مُکين جي حوالي ڪري، ڪين وڏيون سمجهاڻيون ڏيڻ کان پوءِ، آرين جي مهاديوي اگنيءَ کي سونمياڻيءَ پڄائڻ لاءِ هوڙها ۽ ٻيڙا قطاري، تار ۾ تراز تاريندو، سونمياڻيءَ روانو ٿيو. اروڙ جي نديءَ مان جتان جتان سندن هوڙهان ٿي لنگهيا،

سنڌوءَ جا جنگ جوانڻ، ٻالا ۽ ٻڍڙ نوائي، سنک ۽ توتارا وڄائي، سنڌن آجيان ڪندا رهيا. هوڙهن ڀنيان هوڙها، سڙهه اُڀا ڪريو، ٽيٽهرن جيان چڙ اُڏاڻا تي ويا.

***

# 6

سونمياٽيءَ ۾ مهاراڻي اگنيءَ ديويءَ جي اچڻ سان، چئني ڏسائن ۾ وڏي بدسوڻ جيهي بيچيني پئدا ٿي وئي هئي.

سونمياٽيءَ ۾ غرغلو هو، سنڌو گهاٽ کان وٺي راج رتول تائين ماڻهو منجهاٽل منجهاٽل هئا.سنڌوءَ جا سڀ رشي پانڊت ڪيرت پويا ويج ۽ ويد وڏيون پوٿيون پٽڻ ڪانپوءَ وڏي سن ۾ اچي ويا هئا.

مهاديوي اگنيءَ جا هوڙها ۽ بيڙا سنڌو گهاٽ سان لڳندي ئي سنڌوءَ جي مهاراجا جي حڪم سان، آرين جي مهاديويءَ اگنيءَ کي سونمياٽيءَ جي سڀ کان وڏي ويج وديا گهر ۾ پهچايو ويو هو جتي وڏا وڏا ويج ۽ وڌوان بيمار ماڻهن کي پوچ پهيڙا ستيون پيارڻ سان گڏ پنهنجي پانڪن ۽ پوئلڳن کي ويج وديا جو پٽيون پڙهائيندا هئا.

صبح ٿيندي ئي راج رتول ۾ سنڌو جي مهاويج آتم تارا ۽ بين چئن وڏن ويجن کي مهاديوي اگنيءَ جي دوا دارونءَ لاءِ گهرايو ويو هو. راج رتول ۾ سنڌوءَ جو راج- رکوال لڇمڻ ڄام سرواڻ سان گڏ ٻيا جڏ اڳواڻ، مهامنتري، مکي، رگ ويد جا رشي ٻيا پانڊت ڪيرت هڪيا حاضر هئا. سنڌوءَ جي مهاراجا ڏاڍي گمڀير مان مهاويد آتم تارا ڏانهن چوڻ لڳو :

" مهاويد، آرين جي مهاراڻيءَ اگني اڄ اسان جي نجهري علاج لاءِ مهمان ٿي آيل آهي. اهو بدسوڻ آهي يا سنو سوڻ اسان ان جي پرواهه ڪين ڪنداسين. مهاديوي اگنيءَ کي نراس ڪري اسين سنڌوءَ جي ساک ۽ راجنيتيءَ سان ڪيت نہ ڪنداسين دشمنيون جنگ جي ميدان ۾ پاڙيون ويندیون آهن. اسانجي ملڪ جو شان مان ۽ مرتبو. اِنيءَ ۾ آهي تہ مهاديوي اگني اسانجي ملڪ مان چاڪ چوبند ٿي پنهنجي وطن ڏانهن موٽي وڃي. ٻڌايو اوهين ڇا ٿا چئو ....؟ مهاراجا جي ڳالهہ تي مهاويد آتم تارا پنهنجي ڳري آواز سان ڳالهائي ٿو :

" مهاراجا، اوهين دل جاءِ ڪريو. اسين پنهنجي ڏيهہ جي ناموس لاءِ وڏا وس ڪنداسين. جئين آريا لوڪن ۽ هن پرٿويءَ تي رهندڙ قومن مٿان اسانجي اُتم وديا جي وِڄا ڊِڄا جي ڏاک ۽ ساک سدائين جئين اونچي رهي. اسانکي خبر آهي تہ اگني اسان جي ملڪ جي سڀ کان وڏي ويري آهي. پوءِ بہ اسان ڪيس جيئدان ڏيڻ لاءِ سندس علاج ڪنداسين."

مهاويد آتم تارا جي ڳالهہ تي مهاراجا ڏاڍي گمڀيرتا سان اونهون ساهہ ڪڍي ڪين علاج لاءِ آگيا ڏيندي چيو :

" مهاويد، پوءِ وجو ۽ پنهنجي پوچ پهيڙا سُتين ۽ دوا داروںءَ سان آرين جي مهاديوي کي مئيءَ پاتاريءَ تان اتاري کڙو ڪريو. وجو آئون اوهان سيني ويڄن کي آگيا ٿو ڏيان جيئن اوهان پنهنجي ويڄ وديا سان ساريءَ پونءِ مٿان سوپيارا هجو."

آگيا ملندي ئي مهاويد آتم تارا، راڄ رتول جا چارئي وڏا ويڄ، پنهنجي پنهنجي پالڪين ۾ اچي وينا هئا. ۽ راڄ- رتول جا جوپ جوان قطارون ڪري پالڪين کي ڪلها ڏئي، راڄ رتول ڪان سونمياٽي جي سڀ ڪان وڏي ويڄ وديا گهر ڏانهن، تڪيرا تڪيرا هلڻ لڳا هئا. مهاويد آتم تارا وڏين سوچن ۾ وهلور چوڏس سونمياٽيءَ جي وڏين ويڪرين گهٽين ۾ نهاريندو ٿي ويو. پنج ئي پالڪيون جڻ هڪ ٻئي پنيان اُڏاٽيون ٿي ويون. سامهون پالڪيءَ ۾ وينل پڪو جهوليندڙ دائيءَ مهاويد جي مک ۾ نهاريندي وڏن وسوسن مان پٽڪو ڪندي چيو :

" مهاويد، اها ڳال ته ڪوراڙ بلا جي وات ۾ ڪير وجهڻ برابر آهي."

" هون.... ها اهو سچ آهي." ڪن لاءِ مهاويد دائيءَ ۾ وڏي اون مان نهاريندي وري ڳالهائي ٿو.

" ڪڏهن ڪڏهن نانگ مارڻ بدران نانگ جو زهر ڪيڻ ضروري ٿي پوندو آهي. اسين ويڄ آهيون. اسين اهو ئي ڪم ڪنداسين جيڪو اسانکي سيکاريو ويو اُهي." ٻئي چپ ٿي وڃن ٿا.

پنج ئي پالڪيون هڪ ٻئي پنيان گهٽين مان گذرنديون ٿيون وڃن. مهاويد آتم تارا سونمياٽيءَ جي سرڳ سمان رنگ رتولن، ماڙين محلن، ٽيڪاهين چونرن ۽ جهروڪين ڏانهن ڏاڍي اندوه مان نهاريندو ٿو وڃي. مهاويد آتم تارا محسوس ڪري ٿو ماٿهو خوش ڪينهن. ماٿهن جا منهن لٿل ۽ اترا آهن. سڀ سنگهارون ۽ ڪنواريون ۽ دايون ۽ ٻايون وڏن وسوسن ۾ آهن. سڀ پوڙها ۽ جوان ڪيس ڏاڍا منجهائل، رُساٽا ۽ رنجوڙ پئي ڏنا. جڻ اوچتو ئي اوچتو ماٿهن جي اندر کي اُوڏهي لڳي وئي هئي. ڪوئي خوش ڪو نه هيو. بس رڳو گهٽين ۾ ڪيڏندڙ ٻارڙا خوش هئا. ٻالاپڻ جي ٻوڪ سان پئي اڪٽ ٻڪٽ، تين،لين، مون. راند ڪيڏيا ۽ ڊوڙيا. ڪن ٻارڙن پالڪين سان گڏ ڊوڙون پايو، ٻاتا منا منا آواز ٿي ڏنا. ٻي اُٻڪا ٻارڙا. پلا ٻارڙن کي ڪيهي خبر ته وڏن جي من ۾ ڇا آهي... .

رات، سنڌو ڪاري رڳ ويدا رچيندڙ رشين راڙو ڪيو هو ته :

مهاراٽي اگني، ها سنڌو جي وچ سير وني آئي آهي اُها وڏو اپاڳ آهي. اهو سنڌوءَ لاءِ سنو سوڻ ڪينهين مهاراٽي اگني لوپي، اهنڪاري آهي. مهاراٽي اگنيءَ جي اندر ۾ ڇيرن،

هنسا ۾ ڪام ڪانسواءِ ڪين به ڪينهين. رات، سنڌو جي وڏن پاندتن پوتيون پٽي چتاءُ ڏنو هو ته :

اسان دراوڙ لوڪ تارن، نکيترن ۾ گرهن ڪان وڌ ڏوتيءَ جي وديا جا ڄاڻو آهيون. اندر ۾ جيرا ڪنيو هلندڙ اگني ديوي اسان جي ساٿيهه مٿان وچ ڪرڻ برابر آهي. اگني نه رڳو سون ولات، چين ولات پر ساري پرٿويءَ ڪي پنهنجي اندر جي آڳ سان نشت ڪرڻ آئي آهي ۽ اگنيءَ جا پوڄاري، پنهنجي آسماني ديوتا ديوس پتر [19] کي خوش ڪرڻ لاءِ پروان ملڪن مٿان ڪاهون ڪندا. پڪل پوڪن ڪي باهيون ڏيندا. هي پرٿوي نون ورشن [20] ۾ ورهايل آهي. آريا لوڪ نون ئي ورشن مٿان ڪاهون ڪندا. آريا نندي ورش سنڌوءَ جون ننگريون ناس ڪندا. ان لاءِ ته ڌرتيءَ تي ڪوپ ڪرڻ. آريا لوڪن جو ڌرم آهي.... مهاويد آتم تارا سوچيندي تي ويو ۽ پالڪيون اڳ پريون ٿينديون تي ويون.

" اوان ڪي سوچيا پيو؟..... "

" ها.... " پکو جهوليندڙ دائيءَ جي ڳالهه تي مهاويد پاڻ سنياليندي وراڻي تو.

" ڇا؟... "

" ڪجهه به ڪين. ماڻهوءَ جو ذهن پاڻ سوچهٽارڪل آهي. ماڻهو هر ويل ڪجهه نه ڪجهه سوچيندو رهندو آهي. پنهنجي لاءِ ٻين لاءِ. ماڻهو اَوس آهي. ماڻهو سوچڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهي."

مهاويد آتم تارا پکو جهوليندڙ دائيءَ سان ڳالهائيندي ماٺ تي ڪڏن جي چتين مٿان اُس تي ڏوتل ڪپڙا وجهندڙ ڏوٻياڻين ڏانهن تو نهاري. ڏوٻياڻيون ڏوتل، نيوڙيل ڪپڙا چندي چندي اُس تي وجهندي، پالڪيون پسنديئي هڪ ٻئي پٺيان ڪورنش ڪرڻ لڳيون هيون. مهاويد کي ڏوٻياڻين جا تلڪ ٻي رنگ، مُک هيدا، انرا، اُجهاڻل ۽ اوٻاتيل تا ڏسڻ ۾ اچن. ڏوٻياڻيون ڪورنش ڪنديون ٿيون رهن.

وڏي وڏي ويچ وديا گهر آڏو پالڪين جي ايندئي ئي گهنڊ گُڙڻ لڳا هئا. ويچ گهر جا وڏا وڏا ويچ ۽ پالڪ سندس آجيان ۾ وڏا ڪورنش پريندا ڪين مهاديوي اگنيءَ جي وڏي جهروڪي ڏانهن وني وجڻ لاءِ، اڳيان اڳيان سونهان تي هلڻ لڳا هئا.

مهاويد آتم تارا ۽ چارئي وڏا ويچ هلندا مهاديوي اگنيءَ واري وڏي جهروڪ ۾ پيهي آيا هئا. مهاديوي اگني وڏي وڏي جهروڪ ۾ هڪ وڏي ڪاٺ ڪتول مٿان ڪپاهين ۾ ويڙهيل

---

[19] ديوس پتر : جيو پيٽر، زوئر سيٽر، آسماني ابو، زردشت.

[20] ورش : براعظم، کنڊ

هئي. ڪاٺ ڪٿول مٿان وڏي ڏونگي رکيل هئي جنهن مٿان اونچي اڇي سنڌڻ ململ جا پڙدا چڙهيل هئا. جي منگهه جي ٿڌيءَ هير ۾ لڏيا پئي. مهاديوي اگني کي ڏسي ڪن لاءِ مهاويد آتم تارا، راڄ رتول جا ويچ ۽ سڀ دايون جڻ جادوءَ ۾ اچي ويا هئا. ڏونگيءَ جي پڙدن مان مهاديويءَ جي سون سمان پنڊ پاهڻ ڪايا جڻ تجرا ٿي هنيا. مهاويد آتم تارا آريا لوڪن جي جهور جهوني مهاويد، مهامنترين سردارن ۽ جڌ اڳواڻن جي جٿي مٿان اُڇاٽڙي نهار ڦهلائڻ ڪانپوءِ هٿ اشاري سان پنهنجي ويڄن کي اگني ديوي مٿان پڙدا هٽائڻ لاءِ حڪم ڪيو هو. ويچ گهر جا پانڪ مهاويد جو اشارو ملندي ئي هڪ هڪ ڪري ڏونگيءَ جا پڙدا هٽائڻ لڳا هئا ۽ جئين جيئن پڙدا هٽندا ٿي ويا، تيئن تيئن اگني ديوي جو بدن ويو ٿي ٻهڪندو. اگني ديوي چا هئي. جڻ ڪنهن سونا گهر پنهنجيءَ ڪلا سان پيش سون مان نئون بت گهڙيو هجي

سونهن،

جيڪا جسمن کي پنڊ پاهڻ ڪريو ڇڏي

سونهن

جيڪا سواسن مٿان ڏانوڻ جڙيو ڇڏي.

مهاويد آتم تارا اگني ديويءَ جي اڌ ٻوٽيل اکين ۾ نهاريندي محسوس ڪري ٿو جڻ اگني ديويءَ جي اکين جي ساين ماڻڪين جي روشني تجرا ڪري سندس پلڪن تي ڇٽي رهي هئي. مهاويد آتم تارا اڳتي وڌي اگني ديويءَ جي مٿان جهڪي هٿن جي آڱرين ۽ انگوٺن جي هلڪي ڇهاوَ سان اگني ديوي جون اکيون کولي ڏسڻ لڳو. الاهين دير اکيون تپاسڻ ڪانپوءِ مهاديو آتم تارا ۽ ساٿس گڏ آيل چارئي وڏا ويچ الاهين دير تائين، واري واري سان اگني ديويءَ جو ڏڙ، اکيون تپاسيندا، ۽ دل جي ڌڙڪن ٻڌندا رهيا. اگني ديويءَ جو سڄو ڌڙ پنڊ پاهڻ جيان سخت ۽ بي جان ٿي لڳو. رڳو سندس لُڪيءَ منجهان ساهه جي ڌمڻ هوريان هوريان هلي رهيو هو. سڀ ويچ ۽ پاڙها اَسڌ ۽ اَسرت اگني ديوي جي چڪاس ڪندا رهيا.

وڏي چڪاس ڪانپوءِ مهاويد آتم تارا سڀ وڏا توڙي ننڍا ويچ هڪ وڏيءَ پاٺ شالا ۾ اچي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳا هئا ۽ پانڪ ميٺاهِنيل ڦرهيون ۽ ڪلڪ ڪٽي مس ڪپڙين ۾ ٻوڙيندا سندن ڳالهيون لکڻ لڳا هئا.

مهاويد آتم تارا سڀ ويچ مهاديوي اگني جي بيماري تي ڳالهيون ڪندا رهيا. هڪ وڏي ويچ اگني ديويءَ جي روڳ بابت ڳالهائيندي چيو :

" مهاديوي اگنيءَ جو روڳ تمام پراڻو ۽ پر اسرار آهي. هِنيان اڳي اسان اهڙو روڳ نہ ٻڌو هو نہ ڏٺو. ان ڪري آئون هڪدم ڪا راءِ نٿو ڏيان."

هڪ نوجوان ويج اٿندي چيو :

" پر اسين ايترو تہ چئي سگهون ٿا تہ انهي روڳ جو ڪارڻ، ميڄالي جي جوهري تندن جو شڪتي نشٽ ٿي وڃڻ ڪري آهي."

" ها رڳو جوهري تندون يا رڳون، جيڪي رڳو جسماني سرير جي چرپر جي شريسٽي ڪي پنهنجي شڪتي هيٺ رکنديون آهن. انهن جي نشٽ يا نِسب ٿيڻ سان ئي هينئون ڏڙ ساھ ڇڏي ڏيندو آهي. ۽ پانڪ ڦڙهين تي ليک لکندا ٿا وڃن. سيني ڪي چڳي ريت ٻڌڻ ڪانپوءِ مهاويد آتم تارا ڳالهائڻ شروع ڪري تو :

" اگني ديويءَ جي روڳ تي اسان مان گهڻن ويڄن جا ويچار ساڳيا آهن. ڏسڻو اهو آهي تہ انهن جوهري تندن جي نشٽ ٿيڻ جا ڪارڻ ڪهڙا ٿي سگهن ٿا. ڇا سِريءَ ۾ نوڙو آهي. يا ڪو پراڻو گهاءُ آهي. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهوءَ جي پنهنجي ڪريا ڪرم اجاين اُبهراين سوچن ۽ جولانن ڪري يا ڪي نشاور شيون واپرائڻ ڪري بہ سِريءَ جون اهي جوهري رڳون پنهنجو پاڻ وڏي ڏماڪي سان پسم تي ويندون آهن ۽ ماڻهو جو ڏڙ ڏبي ويندو آهي. اڄ اسين مهاديوي اگنيءَ کي رڳو هڪ پوڄ پهيڙا ستي پياريندا سين. آئون تہ ائين ٿو وسهان تہ اڄ جي اسانجي تپاس وڏي ڪارگر تپاس آهي."

پانڪ مهاويد آتم تارا جي هٿ ۾ ميٽاهِنيل ڦرهي ڏين ٿا ۽ مس مان ڪلڪ ٻوڙي سندس هٿ ۾ ڏين ٿا. مهاويد آتم تارا ڦرهيءَ تي وڏي سوچ ويچار سان دوا لکي ٿو. ڦرهي جو ليک سمورن ويڄن ۽ پانڪن ۽ داين کي واري واري سان ڏيکاريو وڃي ٿو. اوچتو ڪا ڳالھ سوچي مهاويد آتم تارا حڪم ڏئي ٿو :

" آريا لوڪن جي مهاويد سان اسان ڪِي ڳالهائيندا سين."

ويڄ گهر جا راڪا جهور جُهني آريا مهاويد کي مهاويد آتم تارا آڌو وڏي ادب سان وٺي ٿا اچن.

" مونکي اوانجي ٻولي سنساڪرت ڪا نہ اچي. ڇا تون اسانجي ٻولي ڄاڻين ٿو؟...."

مهاويد آتم تارا جي انهيءَ ڳالھ تي جهور جهنو آريا اڳواڻ جا چپ ڏڏڻ لڳا هئا :

" ها – اسانکي سون ولات، چين ولات ۽ ٻين وڏين وڏين راڄڌانين جون ٻوليون سيکاريون ويندون آهن."

" اهو ان لاءِ تہ جئين اوان پنهنجي پاڙي وارن ملڪن جا سمورا ڳجهہ ڳوهہ سهيڙي، مٽاهن ڪاهون ڪري دڳي جا ڏٽي تي ويهو." مهاويد آتم تارا جي ان ڳالهہ تي جهور جُهني آريا اڳواڻ جي اکين ۾ هڪ پر اسرار چمڪ اچي وئي هئي. وراڻيائين :
" هائو.... اهو اگني ديوي جو حڪم آهي ديوس پتر هيءَ ڌرتي رڳو آريا لوڪن لاءِ پئدا ڪئي آهي. آريا انهي جا سچا مالڪ ۽ اگني انهن جي اڳواڻ آهي."
" تون آريا ويچ آهين؟... ."
" هائو آئون آريا لوڪن جو وڏو ويچ آهيان."
" ويچ... شايد تو کي ان ڳالهہ جي ڪل ڪانهين تہ، دنيا جو سڀ کان وڏو روڳ پراوا ملڪ هٿ ڪرڻ جو لوڀ آهي. ۽ اوهانجي مهاديوي اگني انهيءَ لوڀ ۽ ڪام جو شڪار آهي."
مهاويد جي انهيءَ ڳالهہ تي آريا اڳواڻ ڪجهہ ڪاوڙجي تو پوي، ڏاڍي جولان مان ٿو ڳالهائي.
" اسين هتي مهاديوي اگنيءَ جي علاج لاءِ آيا آهيون."
آريا – مر ٿُڙس.[21] اسين بيمار دشمن جو دارون ڪندا آهيون – اسانکي اهو ٻڌاء تہ اگني ديوي کي انهيءَ مئي پاتاري تي پئي گهٽا ڌهاڙا ٿيا آهن.
هڪ ورهيہ پورو ٿيڻ وارو آهي. اها ڳالهہ چوندي آريا اڳواڻ جي اکين جي پراسرار چمق ويتر وڌي وئي هئي.
مهاديوي اگني ميرو پربت جي مهاراڻي آهي. جتي ڇهہ مهينا ڏينهن هوندو آهي ۽ ڇهہ مهينا رات هوندي آهي. مهاديوي اگنيءَ اڳڪتي ڪئي هئي تہ هوءَ ڊگهي ننڊ سمهندي ۽ سون ولات جي مندرن ۾ جاڳندي.
آريا، سون ولات جي مندرن ۾ سرڳ جون هوائون هلنديون آهن. اوان آريا لوڪ پنهنجي پرٿويءَ تي اهڙو ڪو بہ سرڳ ناهي نہ سڱهيا آهيو جتي اوان سک سان سمهي ۽ جاڳي سگهو. هن ڌرتي تي رهڻ لاءِ وڏي مهارت کپي. ۽ اها مهارت ڪنهن بہ قوم کي جنگين سان پرابت نہ ٿيندي آهي. ۽ جنگ... . جنگ سواءِ زخمن، بدبوءِ، ڄنپائي، بکن، بيمارين، لاڏاڻن، روڄ راڙي ۽ موت کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڏئي سگهندي آهي. اسين اوهانجي مهاديوي اگني کي نيڪ ڪري ڇڏينداسين. ان لاءِ اوانکي ! اسانجون کي ڳالهيون مڃڻيون پونديون.
ڪهڙيون ڳالهيون؟.....

---

[21] مر ٿُڙس : نہ ڊڄ

هڪ ته آريا ويچن ڪانسواءِ ڪو به آريو اسانجي ويج وديا گهر ۾ نه ايندو.

چو؟....

ان لاءِ ته اسانجا ويج گهر اسان لاءِ اسانجي مندرن ڪان به وڌ پوڄارا هوندا آهن. انهن ۾ ڪو به اوپرو ماڻهو يا گوڙ ٻڌو نه ويندو آهي.

ٻي ڳالهه...

ٻي ڳالهه اها ته اوانجا ويج اسانجي درمل ڪرڻ ۾ رنڌڪ نه وجهندا انڪري ته اسين ماڻهوءَ کي چڱو ڀلو ڪرڻ لاءِ انجي تارونءَ ۾ به سيون ۽ ڏنبٽيون هڻندا آهيون. علاج لاءِ اسانجا پنهنجا ارٿ، طور ۽ طريقا آهن. ان لاءِ سختيءَ سان اوهانکي اسانجو پابند ٿيڻو پوندو.

اوانکي پڪ آهي ته مهاديوي اگني سجاڳ ٿي ويندي؟

ها اسين پنهنجين دوائن سان ڪيس جاڳائي ڇڏينداسين.

ته پوءِ ٺيڪ آهي. اوهان جي سيني ڳالهين تي اسين پابند رهنداسين.

ٺيڪ آهي، جڏهن مهاديوي اگني ڳالهائڻ جوڳي ٿيندي اوهانکي جاڻ ڏنو ويندو. اهو چئي مهاويد آتم تارا اُٿي ڪڙو ٿئي ٿو. ويج گهر جا گهنڊ گُڙڻ ٿا.

راڄ رتول جا جوپ جوانڻ پالڪين کي ڪلها ڏئي ڪڻن ٿا ۽ تڪيرا تڪيرا راڄ رتول ڏانهن وڃڻ لڳن ٿا.

***

# 7

چوندا آهن :

ڇڇيءَ جي چمڙي جي اُڏام ڪان، شڪري جي اُڏام ڪان لڳڙ[22] جي اُڏام ڪان بہ ماڻهو جي ذهن جي اُڏام ڏاڍي تکي هوندي آهي. ڪنهن کي بہ کل کانهين تہ ان ڪاري مِريءَ جيهي ڪيپراٽيءَ ۾ ڪيڏا اسرار پريل آهن. اهڙا اسرار جن کي اڄ تائين سمجهي پرجهي نہ سگهيو آهي. ڪير ڄاڻي، موت جي پاتاريءَ تي ستل مهاديوي اگنيءَ جي ذهن ۾ ان ويل کهڙيون ويريون پئي وهيون، ڪيها درياهہ پئي سرجيا، ڪيها سمونڊ پئي ڇَليا، ڪيها رنگ رتول پئي اجاگر ٿيا، ڪيهون باهيون پيون پڙڪن، ڪيهون ڪنوٽيون پيون ڪلڪا ڪن. مهاديوي اگني موت جي پاتاري تي پنڊ پاهڻ جيان سڏي سڏي ستل آهي. موت جيهي ننڊ. پر سندس ذهن جئيرو آهي. ذهن جيڪو، پنهنجي چال سان سدائين پيو هلندو آهي. ذهن جيڪو سدائين پيو جاڳندو آهي. رکي رکي مهاديوي اگنيءَ جي ڪنن ۾ آواز ٿا اچن :

سنڌو ڏاڍي امير آهي

سنڌوءَ جا ماڻهو وڏا ڪاري ڪيڙائو آهن.

سنڌوءَ جا زوراور هوڙها ۽ جنگ جهاج مها سنڌو ساگر[23] بہ اورهانگي ويندا آهن.

سنڌوءَ جا وڻجارا پوربو[24] بندر اورهانگي سئنام[25] جي سمونڊن مان سون ڪمائي ايندا آهن

سنڌو پٽين جا هوڙها يون — ديوپ[26] مان هيرا موتي هٽ ڪندا آهن.

سنڌو ڌرتي جو سرڳ آهي ۽ آريا اسانجا سچا مالڪ آهن. ۽ مهاديوي اگني آڏو برف ئي برف ڦهلجندي ٿي وڃي مير پربت جي اتانگهہ چوٽين جي برف، جتي رڳو آريا ئي آريا آهن. جتي رڳو باهين جا پيڙ برندا ٿا ڏسڻ ۾ اچن. ۽ مهاديوي اگني برفاني پهاڙن ڏانهن جتي سڄ ديوتا هڪ ورهيہ ۾ رڳو هڪ ڏهاڙو پنهنجو درشن ڏيندو آهي. تارا ڪتيون سال ۾ رڳو هڪ پيرو ڏسڻ ۾ ايندا آهن. جتي رات ڏينهن جيان روشن هوندي آهي. جتي سڄ ديوتا تمام

[22] لڳڙ : لڳر، باز، شاهين

[23] مهاسنڌو ساگر : عربي وڏو سمونڊ

[24] پوربو : بنگال جو سمونڊ

[25] سئنام : چين جو سمونڊ

[26] يون- ديوپ : جاوا، سوماترا جو سمونڊ

ويجهو آهي. جتي ديوس پٽر جو تخت آهي. مهاديوي اگني برفاني چوٽين مٿان چڙهندي ٽي وجي. ۽ آريا لوڪن جا وڏا جهونجهار جتا وڏا وڏا سجدا گهوريندا سندس پراٿنا ڪندا ٿا رهن.

او اِگنس[27]، تون سج ديوتا جي ڌيءُ آهين.

او اِگنس، ديوس پٽر تو کي وچ جيان سر ڳِدام تان ڌرتيءَ تي لاٿو هو. تون وچ جو ٻيو سروپ آهين

او اِگنس تون ! اسانکي موتمار سرد هوائن کان بچائين ٿي.

او اِگنس، اسين برف جي نرڳ ۾ ڦاسي ويا هياسين ۽ تو اسانکي سنڌو ورش ۾ جايون جوڙي ڏنيون.

او اِگنس، ڌرتي جا سپ سرڳ تو لاءِ آهن.

او اِگنس، تنهنجي ڏمرجڻ سان ننگريون ناس ٿي ويندريون آهن

او اِگنس، سپ سجدا تو لاءِ آهن جو تون آريا لوڪن جي اڳواڻ ۽ مهندار آهين، آريا لوڪن جا وڏا وڏا لشڪر مهاديوي اگني آڏو وڏا وڏا سجدا گهوريندا ٿا وڃن ۽ باهين جي پيڙن وچان اگني مٿي برفاني چوٽين ڏانهن چڙهندي ٿي وڃي، اتي جتي وڏو وڏو سج ديوتا مير پربت جي چوٽين مٿان براجمان ٿيو آهي. اتي جتي وڏن وارن وارا سانپير ڳاٽ[28] اونچا ڪريو سج ديوتا کان گرمي حاصل ڪندا آهن. جتي وڏين وڏين باهين جي مچن جا دونهن اڏامندا آسمان سان وڃي ٿا لڳن. ۽ پوءِ سج ديوتا جي ويجهو اچي مهاديوي اگني پنهنجون ٻئي ٻانهون ڦهلائي ديوس پٽر سان ڳالهائڻ ٿي لڳي. جتي سندس آواز جو پڙاڏو برفاني چوٽين سان ٽڪرائجي پڙاڏو پئدا ڪندو ٿو رهي.

او ديوس پٽر، مونکي سنڌو مٿان سوپ جي شڪتي ڪپي. دراوڙ لوڪن وٽ وڏا ڪٽڪ آهن. دراوڙ جڌ جي فن جا وڏا ماهر ۽ تيرندار آهن.

او ديوس پٽر، منهنجي ٻانهن کي ايڏو بلواڻ ڪري جيئن

ڌرتيءَ جون سموريون راڄڌانيون منهنجي تابع ٿي وڃن. ۽ آئون دراوڙ لوڪن کي انهن مان لوڌي ڪيان.

او ديوس پٽر،

اهو ڏينهن ڪڏهن ايندو،

---

[27] اِگنس : اگني

[28] سانپير : ٻارهن سنگن وارو هرڻ

جڏهن،

هن سموري ڌرتي تي آريا لوڪ راڄ ڪندا.

او ديوس پتر، لاشڪ هي ڌرتي تو آريا لوڪن لاءِ ناهي آهي. ائين چئي، مهاديوي اگني سڄ ديوتا آڏو وڏا سجدا تي ڪري.

اوچتو ڄڻ ڪنهن سپني جي تند ٽٽي تي وڃي ۽ سڄ ديوتا هينئان تجرا ڏيندڙ برفاني چوٽيون ۽ وڏا وڏا آڳ اُلاوَ سانيرن جا ڏڻ ۽ وڏا سجدا گهوريندڙ آريا لوڪ ڄڻ وڏي دونهن سان ڏنڏلائيندا، گم ٿيندا تا وڃن.

آريا لوڪ جي مهاديوي اگني ساڳي ريت وڏي ڪاٺ ڪٺول مٿان ڄڻ موت جي نند ستل آهي. سنڌوءَ جا وڏا ويد رکي رکي سندس چڪاس لاءِ ايندا ويندا تا رهن. ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته مهاديوي اگني ڪيهي سڪرات ۾ آهي. موت جي پاٿاريءَ تي سندس مٿان ڪهڙيون وارتائون وهنديون ٿيون وڃن. ذهن ۾ ڪهڙا جڪ ۽ جولان [29] تا جاڳن. بس رڳو موت جي پاٿاريءَ آهي جنهن مٿان ستل آهي مهاديوي اگني.

***

[29] جک ۽ جولان

# 8

سونمياٽيءَ جي وڏي ويج گهر ۾ وڏا گوڙ ۽ هاگاما هئا.

چوندا آهن، هر قوم جو نئون نسل سندس وڏن کان اڳاهون ۽ اڏول هوندو آهي. سج جي الهڻ سان ئي سڄو ويج گهر ۽ ان جون پانشالون سوين اُماڙين ۽ ڏيئن جي روشني ۾ جگمگ جگمگ جرڪي روشن ٿي ويون هيون پر وڏن وڏن ويڄن ۽ داين جي اکين آڏو چڻ اونداهيون اچي ويون هيون. ان لاءِ ته گهر جي پانڪ نينگرن توڙي نينگرين وڏو ڪروڌ ڪيو هو. پانڪ نينگرن ۽ نينگرين جا وڏا ٽولا ٺهي ويا هئا اُهي پاٺ ڪرڻ بدران هل ۽ هاگاما، جهيڙا جهٽا ڪرڻ لڳا هئا. سڀ پانڪ وڏيون منڊليون ناهي مهاديوي اگني خلاف آواز اٿارڻ لڳا هئا:

" مهاديوي اگني کي اسانجي ويج گهر مان ٻاهر ڪڍو. "

" اگني اسانجي سڀ کان وڏي ويري آهي. اسين اگنيءَ جو علاج نه ڪنداسين. "

" سنڌوءَ جي دشمن جو علاج ڪرڻ سنڌواسين سان ويساهه گهاتي آهي"

" اگني کي اسانجي وديا گهر مان ٻاهر ڪڍو"

" سنڌوءَ سان غداري بند ڪريو."

وڏي ويج گهر جو اهو چٽو ٻول سڄي سونمياٽيءَ ۾ پڙاڏو ٻڻجي پکڙجي ويو هو. ويج گهر جا وڏا راڪا راج رتول ڏانهن ڊوڙايا ويا هئا. اها خبر اک ڇنڀ ۾ مهاراجا ۽ مهاراڻي ۽ مهامنترين تائين پهچي وئي هئي.

اهو سڄو گوڙ، وڏي ويج گهر جي هڪ وڏوان نوجوان پانڪ نالي تلڪ سنڌو ڪڙو ڪيو هو جيڪو نينگر ۽ نينگرين جو اڳواڻ ۽ مهنداري ڪري رهيو هو.

مهاديوي اگنيءَ جي ساهه رکيا لاءِ راج محل جو هڪ ڇاڏائو وڏو جٿو ويج گهر ڏانهن موڪليو ويو هو. پالڪن ۾ ويتر وڏي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ وڏا وڏا نعرا هڻڻ لڳا هئا. ۽ اُهي سڄي رات دنگو فساد ڪندا رهيا.

صبح ٿيندي ئي وڏي راج سڀا ڪوٺائي وئي. ۽ پانڪ تلڪ سنڌوءَ کي مهاراجا، مهاراڻي ۽ مهامنترين آڏو پيش ڪيو ويو. راج سڀا ۾ سنڌوءَ جو راج رکوال ڄام سرواڻ، مهاويد آتم تارا پنهنجي پنهنجي جڳهين تي ڏاڍي گمڀيرتا سان وينا هئا. ۽ راج سڀا کان ٻاهر سوين پانڪ نينگرن ۽ نينگرين جو وڏو غوغياءُ هو اهي سڀ وڏي واڪ نعرا هڻي رهيا هئا.

موهن جو دڙو : علي بابا

تلڪ سنڌوءَ جي ايندي ئي مهاراجا محسوس ڪيو تہ هو نہ رڳو حسناڪ جانٺو ۽ پهلوان هو. ويڪرو نراڙ ۽ سندس وڏا وڏا پونر جيهون ڪاريون ڪاريون اکيون، سندس وڏوان هئڻ جي ساک پري رهيا هئا.

" تلڪ سنڌوءَ تنهنجو نالو آهي "

" ها مهاراجا، آئون آهيان تلڪ سنڌوءَ " تلڪ سنڌو مهاراجا آڏو وڏو ڪورنش ڪندي وراڻيو هو.

" چا اهو سچ آهي تہ تو ويچ گهر جي پانڪن کي راجنتيءَ خلاف پڙڪايو آهي؟.... "

" ها مهاراج، اهو سچ آهي. مون کين وڏي واڪ ورغلايو آهي."

" چو؟... ."

" انڪري تہ اگنيءَ اسانجي ساٽيهہ جي سڀ کان وڏي ويرڻ آهي. اسين ڪيس پنهنجو پاڪ پوتر ويچ گهر ۾ برداشت نٿا ڪري سگهون."

" چو؟.... چا هڪ مهاديوي اگنيءَ جي جيئڻ يا مرڻ سان سنڌو ديس مٿان آريا لوڪن جو ڪاهون بند ٿي وينديون چا؟... جڏهن تہ آريا ڌرتيءَ جي نون ئي ورشن مٿان هڪ سوء سالن کان ڪاهن مٿان ڪاهون ڪري رهيا آهن." اها ڳالهہ مهاراجا وڏي گمڀيرتا سان چئي پانڪ تِلڪ سنڌوءَ جي مک ۾ جواب لاءِ نهاريندو رهيو هو.

" پر مهاراڻي اگنيءَ جي ڪاهہ سئين سڌي اسانجي ننڍي ڪنڌ سنڌو ديس مٿان آهي. چا ان ڳالهہ جي ڪو ساک ڏئي سگهندو تہ مهاديوي اگني چڱي ڀلي ٽيڻ ڪانپوءِ اسان مٿان حملا نہ ڪندي؟ ٻڌايو، آريا ڪڏهن بہ ڪنهنجا دوست ٿيا آهن؟... " نوجوان پانڪ تلڪ سنڌوءَ جي اها جرئت ڏسي مهاراجا، مهاراڻي، سڀ مهامنتري ديوان ڏاڍيءَ اچرج ۾ اچي ڏانهنس نهارڻ لڳا هئا.

" تلڪ سنڌو، اسين سمجهون ٿا جيڏو تنهنجو نانءُ سهڻو آهي اوڏوئي تنهنجو ذهن. اسان خوش آهيون تہ اسان جي ڌرم شالائن ۽ ويچ شالائن جا بار ايڏا وڏا وڏوان ٿي ويا آهن. چا نالو آهي تنهنجي پيءُ جو...؟ ڪهڙو ڪم ڪندو آهي؟... "

" آئون تلڪ يمونا [30] جو پٽ آهيان. منهنجو پيءُ رگ ويدا رچيندڙ رشي آهي."

تلڪ سنڌوءَ جي جواب تي مهاراجا مرڪي ڏانهنس وڏي پيار ۽ موهہ مان نهاري ٿو. لڇمڻ ۽ لڇميون پاڻ ۾ کَن کُسڪا ٿا ڪن. مهاراجا وڏي ويچار مان وري ڳالهائي ٿو.

---

[30] يمونا : جمنا ندي

" تلڪ سنڌو، ڇا اوهين سڀ دراوڙ لوڪ آريا لوڪن جي حملن کان تمام گهڻو ڊڄي ۽ هيسجي ويا آهيو؟... "

" ها مهاراج ان لاءِ ته آريا لڪي ڪاهون ڪندا آهن ۽ پٺي ۾ ٻڇي هڻندا آهن. اسانکي سپيتا ساهه کان وڌيڪ پياري آهي. اسين ڪنهن به قيمت تي انکي ميسارجڻ نه ڏينداسين. اهو اسانجو ڌرم آهي."

" پر آريا ڪاهون ڪندڙ جٿن کي منهن ڏيڻ، جڏ اڳواڻن ۽ جنگي جوانن جو ڪم آهي نه ويچ ۽ ڌرم شالائن جي پانڪن جو؟...."

" آئون مڃيان ٿو مهاراج ته اهو جنگ جُڏ اڳواڻن جو ڪم آهي. پر اهي جڏ اڳواڻ ڪڏهن به سوپيارا ڪين ٿيندا آهن. جن سان سندن پرجا جي طاقت گڏ نه هجي ۽ اسين پانڪ راجائن ۽ پرجا جي سڀ کان وڏي شڪتي ۽ طاقت هوندا آهيون. اسانکي پنهنجي ملڪ جي شيوا ڪرڻ جو ايترو ئي حق هوندو آهي، جيترو هڪ جُڌ اڳواڻ جو." مهاراجا نوجوان نينگر جي اڏولتا ڏسي اچنبي ۾ اچي ويو هو. سيني مهامنترين ۽ ديوان داڙن جي چڻ وائي بند ٿي وئي هئي. راڄ رکوال ڄام سرواڻ، مهاويد آتم تارا به وڏي آهم مان پئي نوجوان تلڪ سنڌوءَ ڏانهن نهاريو ۽ ٻاهران نوجوان پانڪ نينگرن ۽ نينگرين جي غوغياوَ جو آواز راڄ سڀا ۾ ايندو ٿي رهيو.

" پر اوهانجي چوڻ سان اسين پراچين سنڌو جو قانون ڪي ته ڪين ٽوڙينداسين."

" اسانکي سنڌوءَ جو اهو پراڻو قانون ٽوڙڻو پوندو. مهاراج جي اسان ان پراڻي قانون کي نه ٽوڙيو، ته نه رڳو سونمياڻيءَ پر سڄي جو سڄو نِنڊو ڪنڊ سنڌو ٽُني ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو. ڇا اهو ڪنڊ اڳي ٽڪرا ٽڪرا نه ٿيو آهي ڇا؟... . ڇا ڄام ديپ[31] تي اڄ ڄام دراوڙ راجائن جو راڄ آهي ڇا؟.... نه، اڄ اهو سڄو ڄام ديپ آريا لوڪن جي ميراث آهي. جتي سنڌو کي پاڳا ڪرڻ لاءِ سدائين آريا جنگي ڪٽڪ ماکڙ جيان گڏ ڪيا پيا وڃن. ڳالهيون.... ڳالهيون... اسين اڻ سڌريل جهنگلي آرين سان ڪهڙيون ۽ ڪيتريون ڳالهيون ڪنداسين. جئين وڇونءَ جي ٻچي کان سندس ڏنگ هڻڻ جي عادت نٿي ڇڏائي سگهجي، تئين آريا لوڪن جي دلين مان ملڪ گيريءَ جو لوڀ نٿو ڪڍي سگهجي. آئون وڏي واڪ اهو چوڻ لاءِ مجبور آهيان ته آرين سان اسانجو ڪو ناهه ناهي ٿيڻو. آريا لوڪن جي رستي روڪ ڪئي وڃي. آريا اسانجي ملڪ ۾ نه اچن."

[31] ڄام ديپ : ڄمون ڪشمير

موهن جو دڙو : علي بابا

پانڪ تلڪ سنڌو جي ڳالهين سان سڄي راڄ سڀا ڪي ڄڻ ڏندين آڱريون اچي ويون هيون. اڄ راڄ سڀا ۾ ڄڻ ڪو پانڪ نہ پر راڄ سڀا جو ڪو وڏو وڏوان رڪن ڳالهائي رهيو هو. سڀ مهامنتري، مهاويد پانڊٽ ڪيرٽ چپ هئا. اوچتو مهاراجا جي راڄ گديءَ تان اٿڻ سان راڄ سڀا جي پڇاڙيءَ جا گهنڊ وڄڻ لڳا هئا. سڀ مهامنتري پانڊٽ ڪيرٽ وڏي ڪورنش ۾ پئجي ويا هئا. سڀني جا ڳاٽ جهڪيل هئا. رڳو نوجوان پانڪ تلڪ سنڌو مهاراجا آڏو ڪٺهڙي ۾ اونچي ڳاٽ بينو هو. ۽ ٻيو مهاراجا هو جو وڏي آهر ۽ مچتا سان نوجوان پانڪ ۾ نهاري رهيو هو.

" پانڪ تلڪ سنڌو، سڀاڻ وڏي راڄ سڀا ڪوٺائي ويندي آئون سنڌو ساٿيهہ جو مهاراجا تو ڪي ان راڄ سڀا جي ڪوٺ تو ڏيان. سڀاڻ اوانجي ڳالهين تي وڏو غور ۽ ويچار ڪبو. آئون آس ٿو رکان تہ اوهان ويڄ گهر جا سڀ پانڪ شانت ٿي، وڏي سانت سان وڏي ويڄ گهر ۾ پنهنجي پاٺ شالا ۾ پنهنجا ڪم ڪاريون سنڀاليندا."

۽ مهاراجا جي انهي ئي ڳالهہ ڪانپوءِ راڄ سڀا جي پڇاڙي ٿي هئي.

***

# 9

تو ٻڌو....
تو ٻڌو....
تو ٻڌو....
ان ڏهاڙي سونمياٽيءَ جي گهر گهر ۾ هڪڙو ئي سوال پڙاڏو بڻجي پکڙجي ويو هو. ايستائين جو سج اُلهي ويو هو ۽ مهاويد آتم تارا وڏي ويج گهر وڃڻ جا سانباها ڪري رهيو هو.
" ۽ اوان سڀ ڏندين انگريون ڏئي ٻڌندا رهيا؟ "
" ها—ان پانڪ نينگر ڪنهنجي ڳالهائڻ لاءِ ڪا وات، ڪا گهتي ئي ڪانه ڇڏي هئي."
لڇمڻيءَ شيواديوي جي ان ڳالهه تي مهاويد آتم تارا ڪجهه اشانت ٿيندي پنهنجي گهر واري ڏانهن نهاريندي پنهنجي رنگ رتول جي ڳڙڪيءَ جي ڪليل تاڪن مان سنڌيا جي رنگن ۾ نهارڻ لڳو هو.
" چو پلاءِ اوان اُشانت پيا ڏسڻ ۾ اچو؟.... "
" شيوا، آئون اشانت نه، اڄ آئون ڏاڍو خوش آهيان. آئون ان پانڪ نينگر جي ڳالهين تي پيو سوچيان. ڪڏهن ڪڏهن وڏا وڏا ويد ۽ وڌوان پنهنجي پانڪن آڏو پنهنجو ڳاٽ جهڪائي ڇڏيندا آهن ڪڏهن ڪڏهن ساهمي ۾ هڪ ماڻهوءَ جي تور هڪ وڏي ڪنڌ جي برابر ٿي ويندي آهي. راڄ سڀا ۾ ائين ٿي لڳو ڄڻ اهو نينگر نه، منهنجو پنهنجو اندر ڳالهائي رهيو هو. "
" ڇا اوان ان پانڪ کي اڳ ئي سڃاڻيندا هئا."
" نه، هو مهاديويءَ اگنيءَ جي اچڻ سان ئي جوالا مکي بڻجي اسانجي وچ ۾ اچي ويو آهي. هونئن مونکي رڳو ايتري خبر هئي ته سڀ پانڪ هن کي پاٺ شالا جو نائڪ سڏيندا آهن."
" ۽ ڪڏهن انهي پاٺ شالا جو نائڪ تو هئين؟... . "
" ها — اڄ ياد پيو اچيم. هڪ ڏهاڙي مون پاڻ به انهيءَ راڄ سڀا ۾ اهڙن ئي ويچارن سان دانهيون هو ۽ ان جي موٽ ۾ منهنجي نراڙ تي مهاتمائن وارو چٽ ٻڌي مونکي راڄ گديءَ جو وڏو رڪن چونڊيو ويو هو. اڄ سوچيان پيو ڇا ماڻهو ان لاءِ داهيندو آهي؟.... ڇا ان لاءِ آواز ڪڙو ڪندو آهي.... اڄ سوچيان ٿو مونکي ڇا مليو؟." اها ڳالهه چوندي، مهاويد آتم تارا ڄڻ روئٽهار ٿي دور سنڌيا جي اندر جي پيڙا کي محسوس ڪندي سندس پنيان، هلندي، سندس ڪلهي مٿان ڪاڏي رکي ڏاڍي موهه مان ٿي ڳالهائي؛

**موهن جو دڙو : علي بابا**

" او راجاڻ، پانڪ پنهنجي ويدن ۽ وڏوانن جو نئون سروپ ۽ آتما هوندا آهن. اسين سڀ انهيءَ پاٺ شالا جي پئداور آهيون. هر ماڻهو هن پرٿويءَ تي پنهنجو وارو وجائڻ ايندو آهي. سچ منهنجو من چوي ٿو هينئر پالڪي کڻي وڃان ۽ ان پانڪ نينگر تلڪ سنڌو جي چرنن ۾ موتين جون مالهائون گهوريندي رهان. ايءُ منهنجو عورتاڻو وچن آهي. اسين تنهنجي پانڪ جو مان مٿاهون ڪنديوسين. هو جيئن چاهيندو تئين ئي ٿيندو." شيوا آتما سان ڏاڍو ڳر لڳي ڳالهيون ٿي ڪري. مهاويد آتم تارا ڏاڍي موھ مان ڏانهنس نهاري ٿو :

" شيوا... اهو ٽاڻو اچي ويو آهي. اسان سيني جي گڏجي پنهنجي ملڪ لاءِ آواز نہ اُٿاريو تہ پوءِ وڏي مهاپاري لاڏاڻي ۽ موت ڪانسواءِ اسانکي ڪي بہ ڪين پرابت ٿيندو. ياد رکيج اها ساڳي سونمياڻي موت جي ڏيوالتي سڏائيندي. ماڻهو ان ڏيوالتي جي پر مان لنگهندي ڪنبدا."

اهو چئي مهاويد آتم تارا پنهنجي گهر واري آڏو ڪنڌ جهڪائي تڪو تڪو پنهنجي رنگ رتول جا ڏاڪا لهندو هيٺ باغيچي ۾ گلن جي ڪيارين وٽ پنهنجي پالڪيءَ ۾ ويهي ٿو. سنڌوءَ جا جُوپ پالڪي کي ڪلها ڏئي وڏي ويج گهر ڏانهن وڃڻ تا لڳن.

وڏي ويج گهر ۾ پانڪن جا ٽولا پاڻ ۾ وڏيون ڪچهريون ڪندا تي ڏسڻ ۾ آئيا.

" اسانجو نائڪ آتم تارا نہ، تلڪ سنڌو آهي." هڪ نينگريءَ وڏي واڪ نعرو هنيو هو.

" نائڪ تلڪ سنڌوءَ جي — جئي. جئي. جئي ..... "

" اسانجو نائڪ ........

تلڪ سنڌو آهي .... تلڪ سنڌو آهي.... تلڪ سنڌو آهي.... "

چئني ڏسائن ڪان رڳو هڪڙو ئي آواز اچي رهيو هو. سڄو ويج گهر رکي رکي، تلڪ سنڌوءَ جي نالي جي نعرن سان گونجيندو ٿي رهيو ۽ سونمياڻي جي جنگي جواڻن سڄي ويج گهر ۾ گشت پئي ڪيا تہ متان ڪو پانڪ مهاديوي اگنيءَ کي ڇيهو رسائي.

مهاويد آتم تارا، سڀ وڏا ويج ۽ دايون سڄي ويج گهر ۾ جڻ اڪيلا رهجي ويا هئا. پاٺ شالائن ۾ ڪو پالڪ ڏسڻ ۾ ئي ڪين ٿي آيو. سڀ پانڪ ٽولا ڪريو، ويج گهر جي ورهاندن، پندالن ۽ چتين متان منڊليون مچايو وينا هئا. ۽ مهاديوي اگني وڏي ڪاٺ ڪٽول متان جيهي گهري ننڊ ستل هئي. مهاويد آتم تارا ۽ وڏا ويج مهاديوي اگنيءَ جي روڳ تي وڏا ويچار ۽ ڳالهيون ڪرڻ ڪانپوءِ ان نتيجي تي پهتا هئا تہ مهاديوي اگنيءَ جي ميجالي جي نشت تي ويل جوهري تندن ۽ رڳن ۾ نئين جوهر پرڻ لاءِ سندس سڄي ديھ ۾ ڏنيٽيون ڏنيون وڃن.

سپ دايون مهاديوي اگنيءَ جي وڏي ڪاٺ ڪٺول جي ڊونگيءَ مٿان ململ جا وڏا وڏا پڙدا هٽائڻ لڳيون هيون ۽ مهاويد آتم تارا مهاديويءَ اگنيءَ جي تارونءَ، نڙيءَ، هٿن پيرن جي آڱرين ۽ آڱوٺن جي مهاڙين ۽ سڄيءَ ديهه مٿان سرائي سان، نيرا ٽڪا ڪيندو ٿي ويو. پوءِ انهن نشانن مٿان سريءَ جي تارونءَ ڪان وٺي پيرن جي آڱوٺن تائين پوچ پهيڙا دوائن مان ڏنيٽيون پريندو، سندس سڪرات پريل ديهه ۾ ٽنبيندو ٿي ويو. مهاديوي اگنيءَ جي جسم ۾ ڏنبٽين جي سيون لڳڻ سان ڪابه چرپر پئدا نه ٿي هئي. سندس ٻوٽيل اکين مٿان ڇڻ ويتر موت جيها ڪيپ ويا ٿي وڌندا. هوءَ اگهور ننڊ ستل هئي، سئين سڌي ڏنبٽين جي نيرن داڳن سندس سرير کي ڪوراڙ بلا جيئن ويتر حسناڪ ٻڻائي ڇڏيو هو. ان ڪانپوءِ مهاديوي اگنيءَ جي وات ۾ پوچ پهيڙا ستيون وڌيون ويون هيون ۽ داين ڪيس وري ڪپاهين چاڙهي ڇڏيا هئا. ۽ ٻويا ۽ ٻاوا ڪيس اگر ۽ لوبان جا وڏا واس ۽ ڌوٻ ڏيندا ٿي رهيا.

مهاويد آتم تارا ۽ سپ وڏا ويج مهاديوي اگنيءَ کي ڏنيٽيون ڏيئي هليا ويا هئا ۽ انهن جي جاءِ تي سنڌوءَ جا جنگي جوانڻ پالڪن ڪان سندس ساهه بچائڻ لاءِ سنگهرون هٿي بيهي ويا هئا. مهاديوي اگني موت جيهي اگهر ننڊ ۾ هئي. ۽ ويج گهر ۾ چوڌس اگر ۽ لوبان جو دونهن اڏامندو پئي رهيو.

***

# 10

سونمياڻيءَ ۾ وڏو سنسو هو. جڻ ڌرتي ڏٻي هئي. آسمان ٽرٽليا هئا. ڪاري ڪاري پولار مان هڪ وڏو نکيتر ڪيڙي، سنڌوءَ جي سير مٿان وڏا چمڪاٽ ڪندو، ڇيرا ڇڏيندو جڻ دور سڌو مها ساگر جي پاتارن ۾ پيهي ويو هو. ماڻهو وڏن ڏهڪاون مان نپ ڏانهن نهارڻ لڳا هئا. ماڻهن کي وڏا اولاڪا ويڙهي ويا هئا. پوڄا گهرن ۾ پوڄاري وڏيون پوڄائون ڪرڻ لڳا هئا. سنڌو جو مهارشي تلڪ يمونا " رگ-- ويدا ! " جي ڪپر پن پوٿيءَ مٿان ڪِلڪ سان وڏو ليک لکڻ لڳو هو ؛

وڏي مها پرلئه جيان،
آريا ايندا.
آريا، جي ماس کائيندا آهن.
آريا، جي رت وهائيندا آهن.
ڇئني ڏسائن کان،
آريا وڏيون مهاپاري ڪاهون ڪندا.
جهروڪن ۾ جهانءِ پوندي.
ننگريون ناس ٿي وينديون.
" ناد " ۽ " نگد " جيان،
" رگ ويدا " جا پنا،
ڌرتيءَ تان اُڏري ويندا.

اهو ليک لکندي مهارشيءَ جا هٿ پير جڻ ڏکڻ لڳا هئا. سندس وڏين وڏين اکين جا ڳاڙها ڏورا ويتر ڳاڙها ٿيندا، پاٽيٹ سان پرجندا ويا. مهارشي جڻ رت روئي پيو هو ۽ سنجها مندر ۾ پوڄاري ڌرتي ماتا جي انگاس بت اڳيان وڏيءَ تپسيا ۾ پئجي ويا هئا.

چوندا آهن، رشي نکيترن جا ڄاڻو آهن. رشين مٿان ڏات لهندي آهي ۽ سونمياڻيءَ جي ماڻهن کي جڻ پتڻ پئجي ويا هئا ته ڌرتيءَ مٿان ڪو وڏو ڪُلاپ ٽيڙو آهي. ماڻهو وڏا دان ۽ پوڄائون ڪرڻ لڳا هئا.

ان ڳالهه کي اڃان چار – پنج ڏهاڙا به ڪين ٿيا هئا جو ڪاروڄاڻ کان، ڏور ڏور ڏيساورن جا هوڙها ۽ ٻيڙا وڏي ناز ترندا هڪ ٻئي پنيان هاڪاريندا سنڌوءَ جي راڄ ڌاني سونمياڻيءَ ۾ سنڌو گهاٽ جي گوديءَ سان اچي لڳا هئا. ماڻهن کي خبر پئجي وئي هئي ته سئنام ملڪ

مٿان آريا لوڪن وڏي ڪاھ ڪئي ھئي. ڌرتيءَ جا وڏا وڏا ملڪ خطري ۾ اچي ويا ھئا. انڪري سئنام دويپ، يون دويپ، پورب، پارٿ ۽ تور ۽ بابل جي ملڪن جا رہارا، مھامنتري، جُڌ اڳواڻ ديوان داڙا، نندي ڪنڊ سنڌوءَ جي راڄڌانيءَ سونمياٽيءَ ۾ ڪٺي آيا ھئا. اُھي آريا لوڪن سان جنگ جون چيڙھيون نبيريون ڪرڻ لاءِ، سونمياٽيءَ ۾ گڏ ٿي رھيا ھئا. سنڌو گھاٽ مٿان وڏي اچ وڃ لڳي پئي ھئي. سنڌوءَ جا ٻئي ڪاپ پرڏيھي ھوڙھن ۽ ٻيڙن سان سٽجي ويا ھئا. دور دور دواپن ڪان آيل مھمانن جي آجيان لاءِ سنڌوءَ جا راڄ رکوال، مھامنتري، مھاويد ۽ ٻيا جڌ اڳواڻ سنڌو گھاٽ مٿان اُڀٽين پيرين بيٺا ھئا. چٽني ڏسائن ڪان سنڌو گھاٽ مٿان ھاٿين جون چنگھاڙون ۽ ڍڳي گاڏين جا چيڪاٽ ھئا. پالڪين پٺيان پالڪيون آيون ۽ ويون پئي. وڏا محل ماڙيون، رنگ رتول سينگاريا ويا ھئا. سئنام ۽ ٻين ملڪ جا پاڻ ۾ وڏا لڳ لاڳاپا ھئا. سئنام ۽ ٻين سيني ملڪن جي عيوضين جي ايندي ئي، سونمياٽيءَ جي مھاراجا ۽ مھاراٽيءَ سنڌوءَ جي سمورن راجائن ۽ راٽين کي سنڌوءَ جي راڄ- سڀا ۾ اچڻ جي ڪوٺ ڏني ھئي تہ اُھي سونمياٽيءَ جي راڄ سڀا ۾ اچي حاضر ٿين ۽ ان سان گڏ آريا لوڪن جي. مھامنترين ۽ جڌ اڳواٽن کي سنڌوءَ جي راڄ- سڀا ۾ حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو ويو ھو. ۽ انھي سان گڏ سونمياٽيءَ جي ڪئين پالڪ نينگرن کي راڄ سڀا جي ڪار وھنوار جي سکيا ڏيڻ جي ڪوٺ ملي ھئي جن ۾ نوجوان پانڪ تلڪ سنڌو بہ شامل ھو. راڄ- سڀا جا وڏا ديوان ۽ داڙا ڪين راڄنيتيءَ جون ڳالھيون سيڪارڻ لڳا ھئا.

ڏھن ڏھاڙن اندر سونمياٽيءَ جي راڄ سڀا ۾ جڻ ساري پرٿويءَ جا راجا راٽيون، مھامنتري، راڄ رکوال، جڌ اڳواڻ، مھاويد، پانڊت ڪيرت، ديوان داڙا اچي گڏ ٿيا ھئا. راڄ سڀا جي اڳين قطارن ۾ آريا لوڪن جا عيوضي وينل ھئا. راڄ- سڀا جي ڪاروائي شروع ٿي وئي ھئي. جُڌ ۽ اھنسا، ڪميا اڪميا جون وڏيون ڳالھيون شروع ٿي ويون ھيون. سئنام دويپ جو پرڏيھي منتري راڄ سڀا ۾ اوچي آواز ڳالھائي رھيو ھو :

" آئون – سئنام ملڪ جو پرڏيھي منتري آريا لوڪن خلاف سنڌوءَ جي مھاراجا، مھاراٽيءَ ڏانھن سئنام ملڪ جي مھاراجا ۽ مھاراٽيءَ جو سنديش ڪٽي آيو آھيان. ان ڪري تہ سنڌو ملڪ سان سئنام دويپ جا لڳ لاڳاپا ڏاڍا پراٽا ۽ اُنٽ آھن. اڄ آئون خوش آھيان جو آئون سنڌ ملڪ جي راڄ سڀا ۾ پنھنجي ملڪ لاءِ آواز ڪڙو ڪري رھيو آھيان. سنڌ ملڪ جيڪو وديا جو پندار ۽ اھنسا جون نہ، جُڌ جون ڳالھيون ڪرڻ آيو آھيان. ان ڪري تہ آريا لوڪن اسانجي ملڪ سئنام مٿان ڪاھ ڪري اسان جون اڪيون ڪولي ڇڏيون آھن. آريا لوڪن اسان

جي ملڪ مٿان وڏي جنگ مڙهي ڇڏي آهي. هن راڄ سڀا ۾ آريا لوڪن جا عيوضي ويٺا آهن. هن راڄ- سڀا ۾ ڪو آريا عيوضي ان ڳالهه کان اهڪاري ٿي سگهي ٿو تہ آريا لوڪن سئنام مٿان وڏي مهاپاري ڪاهہ نہ ڪئي آهي؟... اسين سئنام ملڪ جا ماڻهو پنهنجي ملڪ جو بچاءُ ڪرڻ ڄاڻندا آهيون ۽ اسان اهو بہ ڄاڻون ٿا آريا اڻ سڌريل آهن، ۽ آريا وڏا ڪروڌي، لوڀي لبوچ ۽ اهنڪاري آهن. آريا سئنام، پورب ۽ يون دويپ جون راڄڌانيون اڪ ۾ ڪيو ويٺا آهن ۽ انهن کي قبائڻ لاءِ آريا چئني ڏسائن کان مٿان ڪاهون ڪري رهيا آهن. جيڪا ڳالهہ سڄي پرٿوي لاءِ ڏاڍي هاڃيڪار آهي. آريا سڄي پرٿويءَ لاءِ وڏو خطرو بڻجي ويا آهن. ۽ هتي، هن راڄ سڀا ۾ آئون جيڪا سڀ کان وڏي يوائتي ڳالهہ ڪرڻ آيو آهيان اُها هيءَ تہ، سئنام ملڪ مٿان آريا لوڪن جن هوڙهن ۽ ٻيڙن هٿيارن ۽ پنوهارن سان ڪاهيو آهي اُهي هوڙها ۽ هٿيار سنڌوءِ جي ڪاريگرن جا ناهيل آهن جنجا ٽڪرا سجاڻڻ لاءِ راڄ سڀا ۾ ڏيکاريا ويندا. جيڪا ڳالهہ اسان سئنام جي رهواسين لاءِ نہ رڳو ڏکوئيندڙ پر وڏي اچرج جوڳي آهي چو تہ سئنام جا ماڻهو سنڌو ڪنڌ جي ماڻهن کي پنهنجو سڀ کان وڏو دوست ۽ ساٿاري سمجهندا آهن. ڇا، آئون هن راڄ سڀا ۾ اها ڳالهہ پڇي سگهان ٿو تہ آريا لوڪن وٽ اهڙا جنگي هوڙها ۽ هٿيار ڪٿان آئيا ڪئين آيا؟... جڏهن تہ آريا لوڪ ڪارائي هلائڻ بہ ڪين ڄاڻن. آريا لوڪن کي اهڙا هوڙها ۽ ٻيڙا ڇو ڏنا ويا جن سان هو سڄيءَ دنيا جا سمونڊ ڇاڇولي ڇڏين. آئون هتي اهو ٻڌائڻ آيو آهيان تہ آريا لوڪن کي ايڏا وڏا مهاپاري هٿيار ڏيڻ نہ رڳو سئنام ملڪ سان ناتن جي ڀڃڪڙي آهي پر اهو هڪ وڏو آپگهات آهي — پنهنجي ڪنڌ مٿان ڪاتي وهائڻ برابر آهي. آئون سنڌو ڪنڌ جي مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ کي اهو سنديش ڏيڻ آيو آهيان تہ سنڌ ملڪ پاران جي آريا لوڪن کي واڌو هٿيار ڏنا ويا تہ پوءِ سئنام ملڪ نندي ڪنڌ سنڌوءَ سان پنهنجا سمورا لڳ لاڳاپا ۽ ناتا ٽوڙي ڇڏيندو." ايترو چئي سئنام جو پرڌيهي منتري مهاراجا، مهاراڻيءَ ۽ سڄي راڄ- سڀا آڏو وڏا ڪورنش ڪرڻ ڪانپوءِ وڏي ٿهمر ۽ گمڀيرتا سان پنهنجي جاءِ تي ويهي ويو هو. ڪن لاءِ مهاراجا، مهاراڻيءَ ۽ سڄي راڄ - سڀا کي جڻ وڏي چُپ لڳي وئي هئي. راڄ سڀا ۾ مهاراجا جي ڀرسان پاسي کان سنڌوءَ جو مهامنتري وڏي گمڀيرتا سان اٿي بيٺو هو ۽ وڏا ڪورنش ڪرڻ ڪانپوءِ ڳالهائڻ لڳو هو :

" اڄ سنڌ جي راڄ- سڀا ۾ سئنام دويپ جي پرڌيهي منتري جيڪي ڪجهہ ڳالهايو آهي اُهو وڏو سچ آهي. اڄ سنڌوءَ جي راڄ سڀا ۾ ٿامي نگر جو راڄا ديوداسا بہ ويٺو آهي ۽ آريا لوڪن جا وڏا اڳواڻ بہ ويٺا آهن اڄ راڄ- سڀا ۾ آريا اڳواڻن کي سندن اڳراين ۽ ڪاهن جو

جواب ڏيڻو پوندو. ان ڪري اسين سنڌ جا ماڻهو آريا لوڪن جي سئنام مٿان چڙهائي ڪي نٽديون تا ۽ اسين اهو تا سمجهون ته جيڪڏهن آريا لوڪن جي مهاديوي اگنيءَ علاج لاءِ سنڌ ۾ نه آيل هجي ها ته اڄ اها آريائي ڪاهه سنڌوءَ مٿان هجي ها. ٻيو ته اسين ان ڳالهه ۾ پڪو ويساهه تا رکون ته آرين سان اهنسا تي ڳالهائڻ اجايو آهي. ان ڪري هن راڄ سڀا ۾ هي مول متا پيش ڪيا تا وڃن." ايتروچئي سنڌ جي مهامنتري وڏي گمڀيرتا سان ڪڇ ۾ ڦڀايل ڦرهي ڪڍي، اونچي آواز سان پڙهڻ لڳو هو :

اڪڙ ،

اهو ته.... سئنام مٿان آريا لوڪن جي ڪاهه ڪي سنڌ ملڪ جا ماڻهو پنهنجي ملڪ مٿان حملو سمجهن تا. جي آريا لوڪن اها ڪاهه هڪدم بند نه ڪئي ته پوءِ سنڌ ملڪ سئنام ديپ جي مدد لاءِ جوڳو قدم ڪڻندو.

ٻڪڙ :

اهو ته.... اهي ساموندي ٻيڙا، جن سان آريا لوڪن سئنام ملڪ مٿان ڪاهه ڪئي. آريا لوڪن اهي ٻيڙا ڪٿان آندا، انهيءَ جو جواب آريا لوڪ پاڻ ڏيندا.

تين :

اهو ته... آريا سويتيءَ، ڪڀا، وستنا، ستادرو، پروشڻيءَ ۽ سنڌوءَ جي اُترائڻ وارن پَٽن ۽ پَڊن مٿان ڪيما ڪوڙي ويهي رهيا آهن. آريا لوڪ اُهي پٽ خالي ڪن انڪري ته اهي سمورا پَٽ نندي ڪنڌ جو اٽڙ انگ آهن.

لين :

اهو ته.... سنڌ ملڪ ڪنهن ريت به سئنام ملڪ سان پنهنجا ناتا نه ٽوڙيندو انڪري ته سئنام ملڪ اهنسا جو وڏو ڪوٽ ۽ وديا جو ٿُبيٽ آهي ۽ سنڌ ملڪ جو ساٿاري ۽ تلهدار آهي.

مون، :

اهو تہ.... جي آريا لوڪن سنڌو ساٽيھہ جي ڪنهن بہ ساتاري يا پاڙيسڙي ملڪ سان ويڙهاند ڪئي تہ پوءِ سنڌ ملڪ، انجو بچاءَ ڪندو.

نار،

اهو هي تہ آريا لوڪن ڪي انهي ڳالهہ جي جاڻ ڏني تي وجي تہ آريا لوڪ پنهنجون ڪاهون بند نہ ڪندا تہ پوءِ سنڌ ملڪ سئنار، سنگهل دويپ، پورب، يون دويپ سان گڏجي هڪ طاقت تي مٿاهن ڪاهون ڪندو.

ويمي، :

اهو هي تہ هن پرٿويءَ تي جيڪو بہ ملڪ يا راجا ڪنهن بہ لالچ يا لوڀ ۾ اچي آريا لوڪن جي مدد ڪندو، سنڌ ملڪ انکي پنهنجو سڀ کان وڏو ويري ۽ دشمن سمجهندو.

اڪ،

اهو تہ ... .انهن هوڙهن ۽ هٿيارن جي جانچ ڪرائي ويندي جن سان آريا لوڪن سئنار مٿان چڙهائي ڪئي آهي.

جَڳ،

اهو تہ.... هنن سيني مول متن جو هن راڄ- سڀا ۾ گڏ ٿيل سمورن ملڪن کي سختي سان پاپند رهڻو پوندو.

مول متا پڙهڻ ڪانپوءِ سنڌو جو پرڏيهي منتري سڄي راڄ سڀا آڏو وڏا ڪورنش ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجي جاءِ تي ويهي ويو هو ۽ راڄ- سڀا ۾ اوچتو سنڌوءَ جو راج رکوال لڇمڻ چام سرواڻ اُٿي ڪڙو ٿيو هو. ۽ وڏو واڪو ڪندي چيو هئائين :

" آريا مهامنتري ترشتول، هن راڄ- سڀا ۾ اسين اوهانکان اهو تا پڇون تہ اُهي هوڙها ۽ ٻيڙا اوهان ڪٿان ۽ ڪئين هٿ ڪيا جن سان اوهان سئنار ملڪ مٿا ڪاهہ ڪئي؟... ."

سنڌوءَ جي راڄ رکوال جي انهيءَ ڳالهہ تي آريا لوڪن جو مهامنتري ترشتول جواب ڏيڻ لاءِ اٿي بيٺو هو.

" اُهي هوڙها ۽ ٻيڙا اسان تامي نگر جي راجا ديوداسا کي سوين پلا سيگهڙو [32] ڏئي تامي جي پرڏيهي پٽين ۽ وڻجارن کان هٿ ڪيا ويا هئا. هاڻ اُهي هوڙها ۽ هٿيار اسانجو مال ۽ مڏي آهن."

آريا مهامنتري جي ڳالھ تي تامي نگر جي راجا ديوداسا کان ڇرڪ نڪري ويو هو. هن راڄ- سڀا ۾ وڏي رڙ ڪئي هئي :

" آريا ڪوڙا ۽ ڪُسيا ڪيا آهن. آريا لوڪن جي ڪنهن بہ ڳالھ تي ويساھ نہ ڪيو وڃي."

سڀ راجا راڻيون وڏي اچرج ۾ اچي ويا هئا.

" تامي نگر جي راجا ديوداسا کي حڪم ڏنو ٿو وڃي تہ هو مانڙي ڪري پنهنجي جاءِ تي ويهي رهي " سنڌوءَ جي مهاراجا شينهن جيان گجگوڙ ڪئي هئي. سڄي راڄ – سڀا ۾ ڪن لاءِ وڏي چپ لڳي وئي هئي. تامي نگر جو راجا ڏاڍو ٽٽان وِٽان ٿي پنهنجي جڳھ تي ويهي ويو هو. ۽ سنڌوءَ جو راڄ رکوال آريا اڳواڻن کان وري آڏي پڇان ڪرڻ لڳو هو :

" آريا؟... ڇا اوهان اهي هوڙها ۽ هٿيار خاص سئنام دويپ مٿان ڪاهہ ڪرڻ لاءِ ورتا هئا؟.... "

" ها، اسان اهي سئنام ديپ مٿان ڪاهہ ڪرڻ لاءِ ورتا هئا. انڪري تہ آريا ديس ۾ رڳو برف ئي برف آهي. جتي سج رڳو هڪ ڀيرو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. جتي رات اڌ ورهيہ جيڏي ڊگهي هوندي آهي. ديوس پتر هن پرٿويءَ کي نون ورشن ۾ ورهايو آهي ۽ نون ئي ورشن مٿان آريا لوڪ راڄ ڪندا. اسين آريا جتي بہ سهٽا پٽ ۽ سرڳ سمان ماٿريون ڏسنداسين. انهن مٿان ڪاهون ڪنداسين. اهو اسانجو ڌرم ۽ جياپو آهي. جنهن ۾ ڪوبہ رنڊڪ نٿو وجهي سگهي."

آريا مهامنتريءَ اها ڳالھ بنا هٻڪ جي ڏاڍي سورهيائيءَ سان چئي ڏاڍي ادب سان پنهنجي جڳھ تي ويهي ويو هو.

" تامي نگر جو راجا ڊوهي ۽ ڏوهي آهي." راڄ سڀا ۾ سنڌوءَ جي مهاراڻي ڏاڍي ڇوھ مان اٿي بيني هئي.

" تامي نگر جي راجا ديوداسا کي گرفتار ڪيو وڃي "

سنڌوءَ جو مهاراجا بہ شينهن جيان گجگوڙ ڪندي پنهنجي تخت تان اٿي ڪڙو ٿيو هو. مهاراجا ۽ مهاراڻيءَ جي اٿڻ سان سڄي راڄ سڀا ۾ راجا ۽ راڻيون، پرڏيهي مهامنتري ۽ جڏ اڳواڻ پنهنجي پنهنجي جڳهين تي اُٿِئين پيرئين بيهي وڏا ڪورنش ڪرڻ لڳا هئا. مهاراجا

---

[32] سيگهڙو : گھوڙا

۽ مهاراڻيءَ سوني ڦُل وارين چاڪڙين سان راڄ سڀا جي ڏاڪڻين تان هلندا پنهنجي راڄ رتول ڏانهن وڃڻ لڳا هئا. چئني ڏِسائن کان راڄ سڀا جي پڇاڙي جا گهنڊ ڏانگ.... ڏانگ ڪري وڃڻ لڳاهئا.